# As It Is.



# جيئُن جو تيئُن



BY

**COUNT NOTHING**

AUTHOR OF
"ATAM HAR" PART I & II.
"ATAM TIRTH,"
"SELF-STORY"
&
"TRUE RELIGION"

1929



ملڻ جو هنڌ حيدرآباد مان :-

مسٽر ٽيجومل کلاچند B. A., LL. B. وڪيل .

ٽر چنديرام گيهيمل ، ديسي ڪلاٿ مرچنٽ
جهوڙ يملا ٽي گهٽي .



ر ڪشنچند آڏارام، هندو آفيس ، حيدرآباد سنڌ .



**Dewan Khanchand Jaichandrai Mirchandani**

Disappeared from this Phenomenal Plane
on 22nd September 1923 at the age of 56
at Dehra Dun.



# جيئن جو تيئن

# AS IT IS

لکيندڙ

آتم هار ياگو ٻيون ۽ ٻيو، آتم آکاڻي،

آتم تيرٿ ۽ ست ڌرم.

ڇپائيندڙ

مسٽر تيجومل ڪلاچند

بي - اي - ايل - ايل - بي وڪيل

حيدرآباد سنڌ

ڇاپو ٻيون ] [ جلد ١٠٠٠

١٩٢٩

ڀيٽا ٠ـ٦ـ٠



اسٽينڊرڊ پرنٽنگ ورڪس، حيدرآباد سنڌ.

O  M

TO THE SACRED MEMORY

OF

**Dewan Khanchand Jechandrai.**

This little book is dedicated by

his Sons

**Gopaldas, Tolaram, Naraindas**

and by

**Count Nothing**

in token of love and esteem.

# اوم

## مهاڳ

هن ڪتاب جو رچڻ هن ڪري ٿيو آهي.
جو ديوان کانچند جيچند راءِ ميرچنداڻي (جنهنجو
جيون چرتر هنسان شامل ڪجي ٿو) سال ١٨٩٦
۾ ٥ سوال پڇيا هوا، تنهجا جواب ٻه وقت ڏنل
هوا. سي جواب ڪٺا ڪري ١٨٩٧ ۾ ڪتاب جي
صورت ۾ آڻي ڪتاب پاڻ وٽ سوگهو رکي ڇڏيل هو.
جنهنجو نقل سنڌ ۾ پتا پاڻ وٽ پڙهڻ لاءِ رکيو
هو، جو اهڪي اهو ڪتاب وڃيو ٿي. اُن وٽان
وري ڪي ٻيا سنڌ ۾ دوست نقل ڪري ويا،
جو انهنکي ٻه وڻندڙ هو. ٻه اصل موتوٽ رهيو.

سال ١٩٢٢ ۾ مٿيون ديوان موڪل تي
آيو ۽ موڪل کانپوءِ پينشن تي وڃيو هو. ١٩٢٣ جي
فيبروري ۾ هندستان جي سير ڪرڻ لاءِ
نڪتاسين. وڏا شهر جهڙوڪ ملتان، لاهور،
امرتسر، جالنڌر، سهارن پور، هردوار، ديرادون ۽
دهلي گهمي، موٽي اپريل ۾ وطن آيا سون.
تنهنکانپوءِ پيو پيرو اولهاري ۾ ڪوئيٽا پاسي پاڻ
اڪيلو نڪري پيو. ڪوئيٽا گهمي هردوار ويو،

جتي هنکي ڪالرا جي بيماري ٿي. سندس پٽ ۽
ڀائر حيدرآباد کان روانا ٿيا ۽ هنکي هردوار مان
ديرادون وٺي ويا، جتي هن پران تياڳيا.

هن وقت ٣٣ سالن کانپوءِ پڙهندا ٿي ته سندس
يادگيريءَ ۾ مٿيون دت جو لکيل ڪتاب جو
مون وٽ هو، سو ڇپائي پرگهٽ ڪريان. انهيءَ
ڪري ساڳئي ڪتاب کي نئون رنگ ڏيئي
نئين سر لکيو ويو. جنهن ۾ ٻولي، شبدن ۽ مضمون
جو ڦيرڦار ڪيو ويو.

هن ڪتاب جو نالو "جيئن جو تيئن
هنڪري رکيو ويو آهي، جو پنهنجو آتما (ownself)
سرو وياپڪ جوتي سروپ جيئن جو تيئن آهي
پرڻام نٿو ٿئي يعني سدائين هڪ رس هڪ جهڙو آهي
انهيءَ جي گيان ڪري جڳت اناتما Not-Self
مور ڪري ڪي ست پرتيت ٿي رهيو آهي، جيئن
وڏي ۾ نانگ — جو ڀرم ماتر من جو رچيل آهي
۽ جو سنڪلپ تي بيٺو آهي. سنڪلپ جي نورت
ٿيڻ تي جڳت جو اڀاءُ ٿي ويندو ۽ سنڪلپ جي
نورتي، آتم گيان کانسواءِ نٿي ٿي سگهي. جهڙي

طرح سڀني جي سرشٽي سنڪلپ منجهان پيدا ٿئي ٿي ۽ سنڪلپ تي بيٺل آهي مگر ڄاڻڻ بعد يعني سنڪلپ جي نورت ٿيڻ سان سڀني جي سرشٽي جو اپاءُ ٿئي ٿو. اهڙيطرح آتما کي جيئون جو تيئون ڄاڻڻ ڪري ڄاڳرت جڳت جو اپاءُ ٿئي ٿو، جو جڳت خيال جو رچيل آهي، جادوگر جو کيل آهي، ڪاريگر جي ڪاريگري آهي. عجب اهو آهي جو مورتون هميشه پٽ يا ڪاغذ تي چٽيون آهن، پر جڳت جون مورتون آڪاس ۾ چٽيل آهن، جو سڀڪو جيو پنهنجي من جي آڪاس ۾ ڪوڙا گهاٽ گهڙي آن جون مورتون رچي ست پرتيت ڪريٿو، نروڪلپ، جوتي سروپ آتما جو سدائي سڀ سان سنگ رهيٿو، تنهنکي نہ ڄاڻڻ ڪري جيو سنسار ۾ ڀٽڪي ۽ ڀرمي ٿو، جيئن برهمانند :-

ڪامل ڪرم ڪمال ڪيئا - تنهي خيال سين کيل دکاء ديئا ١- نهين ڪاغذ قلم ضرورت هيءِ- بن رنگ بني سڀ مورت هيءِ اِن مورت ۾ هڪ صورت هيءِ - تنهي ايڪ دکاء ديئا ٢- جل

ٻوند ڪو ليڪر ڏيهہ رچي سرڊانڙ ماڻو جيو جدا ـ
سڀ ڪي ڪهت الڊر مڊڊر ۾ ـ ٿنڌي آپ مقام
ڄماءِ ڏيٿا ٣ـ ڪوئي پارلر وار آڌار ٻنان ـ سڀ
وشو چراچر ڌار رهيا ـ ٻن ڀوم مڌودر محل
رچايٿر ـ ٻيچهر ڪي باغ لڳاءِ ڏيٿا ٤ـ سڀ جيو
ڪي لت سنک رهي ـ ڦر آپ اسنکر اروپ سدا ـ
ٻرهمانند آلند پيو من ۾ ـ گرڏيو السڪر لڳاءِ ڏيٿا .

شيوا ۾ ٻي نام        حيدرآباد سنڌ جون ١٩٢٩ ا

## ڻاهيند ڙ جا تيار ٿيل ڪتاب .

| | | | |
|---|---|---|---|
| آتم هار | ٠ـ ٨ ـ ٠ | پاگو پهرين ن | |
| آتم هار | ٠ـ١٠ـ٠ | " ٻيون | |
| آتم تيرت ڪچو جلد | ٠ـ١٠ـ٠ | پڪو جلد | ١ـ٠ـ٠ |
| ست ڌرم " " | ٠ـ ٢ ـ ٠ | " " | ٠ـ٨ـ٠ |
| آتم آ ڪاٽي مفت | | | |



اوم

# مختصر جيون چرتر

ديوان خالچند جيٺچند راءِ مير چندائي ويٺل
حيدرآباد سنڌ، پبلڪ ورڪس کاتي ۾ سب اوورسيئر
مان اسسٽنٽ انجنيئر جي عهدي کي رسي،
۱۹۲۲ ۾ ۵۵ ورهين عمر پوري ڪري پينشن تي
آيو. ننڍي هوندي کان سياڻو جو حليم هو ۽ ڌرم
ڀاسي لاڙو هوس. هو منهنجو سڳو سؤٽ، آتم
ڀائي، گر ڀائي، کاتي ڀائي هو، منهنجو هن جي
سنگهي گهر سان گهاٽو سنٻنڌ هو، هو مون کان ۱۰
سال ننڍو هو ۽ هنجي صحبت مون سان تور تائين
هلي آئي ۽ لکپڙهه جي رستي سدائين ڌرمي سوال
پڇندو هو ۽ جواب بروقت ان ڏانهن موڪليا
هوا. نوڪريءَ ۾ به سدائين فقيرن ۽ مهاتمائن جي صحبت
ڪندو هو ۽ دل وجان سان انهنجي خدمت
ڪندو هو. پڇاڙيءَ تائين مشهور ڀائي سترامداس
ٽڪيت رهڙڪي تعلقہ اُٻاوره ۽ سندس شش ڀائي
ڪنور رام ٽڪيت سان پريت رهندي آيس، ۽
اڄ تائين اُنهن سندس پٽن سان شاديءَ غميءَ ۾

هليو اهي. هو مهمان نواز ۽ اَدار آتما هو، ۽ غريبن
کي کهرچ وقت ڏيندو دان ڪندو هو ۽ مولڪي
پنهنجو وڏو مائٽ سمجهي ادب سان سندو
احوال پڇائيندو هو، ۽ پرمارٿ جون ڳالهيون
ٻڌندو هو. هنکي ميلن ۽ ٻيٽين تي وڃڻ جو گهڻو
شوق هوندو هو. خاص ڪري روهڙيءَ ۾ ڀائي
وسڻ رام ٽيڪت جي ميلي تي، جتي ڀائي ڪنور رام
سڀ ڏينهن ميلي جا ٽيڪت وڃهندو آهي ۽ ٻيو مشهور
ڀائي ولائتراءِ صوفي جي ميلي تي ڦنهر (لاڙڪاڻو) جي
دربار ۾ مونسان گڏ هلندو هو، جو ڀائي ولائتراءِ اسان
جو روحاني رهبر هو. ۱۹۲۳ع جي اونهاري ۾ ديرادون
۾ جڏهين سندس ديهانت ٿيو، تنهن وقت چوٽا ۾
هن کي حيدرآباد ۾ اچڻ ۽ پنهنجي سنگت سان ملڻ
جي ڏاڍي سڪ هئي، پر آن جي اها مراد پوري نه ٿي.
شيوا ۾ - ٽي لام. حيدرآباد سنڌ جون ۱۹۲۹ع

## ڀلنامو.

| صفحو | سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|---|
| ۱۰ | ۹ | اهنڪا | اَهنڪار |
| ۵۴ | ۱۷ | سائتا | مائتا |
| ۹۰ | ۸ | ٿيو آهي | نه ٿيو آهي |
| ۱۲۶ | ۱۳ | آن | مان |
| ۱۳۰ | ۱۹ | داس آهي | داس |

اوم

تت ست

# من ڇا آهي؟

من جي معنيٰ آهي منوتي يا مڃڻ. پاڻ کي اناتما (ديهه) مڃڻ ته هيءُ منهنجو سرير آهي، هيءُ ڳالهه ۽ روپ اٿم، ۽ فلاڻي ڪُل مان آهيان ۽ اسم ۽ جسم ۾ قيد رهڻ ۽ آتم سروپ کان ڀلجي وڃڻ. من کي چت، اهنڪار، جيو به چوڻ ۾ اچي ٿو. جيو پنهنجي واستو سروپ کان ڀلجي اوديا جي وس ۾ ٿي، واشنائون ڌاري سنسار جا ڪم ڪري ٿو ۽ سدائين وشيه پدارٿ ڏي ڊوڙي ٿو. جنهنڪري مايا يا اوديا منوت جي مڪن سان جيو کي ڪُٺي پيئي ۽ لڳو هن جنم ۾ ٻيو جنمانتر جيو کي دک ڏيئي ۽ انڌو ڪري آتم ڳن اُٺي ڪوڪو ڪري ڇڏيئي.

من روپ ڪارو ڪڪر آهي- جو آتم روپ سورج کي ڍڪي پاڻ بنجي پرڪاش ٿئي ٿو ۽

آتم سورج (Spirit) کي وساري، اناتم ديهه کي
ڪارڻ ڀانئو (Matter) مڃي سنسار جا دک سهي ٿو.

من جي معنيٰ آهي ٿرنو، سنڪلپ، وهم
ڀرم، ۽ من جو ڌرم آهي سنڪلپ وڪلپ اٿاري،
سنسار جا پدارٿ رچي انهن کي سَت مڃڻ ۽ جنهن
کري موره درشٽ وانگر مرگهه ترشنا جي جل کي
سَت ڄاڻي انجي پٺيان ڊوڙي ڊوڙي نراس ٿي
مرڻ ٿو. من ته اهڙي سوکم شيءِ آهي جو نه
سندس روپ، نه رنگ ۽ نه نيشان آهي. اُٿهولدو
هٿي وانگر کن ۾ ترلوڪي جو سير ڪري موٽي
اچيٿو ۽ ديس، ڪال، ڌرتي، جهل آدڪ اُن
کي اٽڪائي نٿا ڪن جيئن سامي صاحب:-

چپو وچي نه من - ڪاڙهو ڪارو ڪمر؛
جنهنجو ماڻ پيءُ ڪون ڪو - انڪو ديس وطن
کن ۾ ڪري خيال سان - تيئي لوڪ ڪمن
ڪڏهين پهچي ٿئي پرسن - ڪڏهين سامي
روئي راچ ۾

جيو جا پراڻ سنساري پدارٿن ۾ ڦهلجي رهيا

آهن جهڙڪري من کي ڇڙواڳ ملي ٿي ۽ هو ڏهدي
پاسي ڀٽڪي شانت ٿئو پائي. ڪڏهين آڪاس
۽ ڪڏهين پاتال ۽ دار جي پٽ ل ڪنڪري ۽ والڪر
هيٺ مٿي ٿيو اچي وڃي. اهڙيطرح سدا ڪوڙي
ڪاوڙ ڪري ٿيو منوراڄ ڪري، آرام ٿيو
پائي. جهڙي طرح ٻولر ۽ ڪڏهين به ڪنهن وٽ ٿي
اسٿت ٿيو رهي. جيئڻ ويچار مالا:-

ڪيهون نه من ٽڙتا[1] کهي - سمجهايو سؤ پوت[2]
جٿسي مرڪٽ[4] پرچ پر - ڪيهون[3] نه ڏالهو هوت

ايئن برابر آهي ته من ڪڏهين به ماٺ
ڪري ڪين ويهندو ۽ حرڪت ( ٽپرچ ) بازي
ڪرڻ کان ڪين رهندو - تنهنڪري الکي لهچل
ڪرڻ ۽ اٽڪرڻ، آمن ڪرڻ جو ڪو اپاءُ ڪجي،
جهنڪري من وس ۾ اچي ۽ جي جٽڪار ڏئي.
اپاءُ اهو آهي ته سنتن جي سرن ولي الهنجي
پڪتي ۽ دوارن وس ڪجي جيئڻ پڙتري:-

---

١. استني يا بيهڪ ٢. سؤ پيرا ٣. باندر ٤. پينل.

جب لڳن تمرو من آر[1] جيتا[2] - تب لڳن لو[3] سکن
لو[4] و نہ ميتا

جب تم چت شترو وس ڪيتا - تب مون سم
تم[6] چڙهہ اپيتا

ارٿ تہ جيستائين تنهنجو دشمن من جيترو آهي تيستائين ذري ماتر بہ سکن ڪونهي. جڏهين دشمن من وس ۾ ڪيو تڏهين تون ساڌن سان ترڻ ڦي پيو هل.

من جي اپاءُ يا اثر تيڪ تي هڪدم ساري جڳت جو اپاءُ ٿئي ٿو - جڏهن تہ اڻهوند يڪاڀپت ڪرڻ ڪان من روڪجي و جيئو جيئڻ سکوپت ۾ من لڳو رهي ؟ سنسار جي ڪاهڻا لڳي اٿي ، يعني من جو سنسرلو بند ٿئي ٿو تہ پوءِ جيو کي آنند جي لهر اچيٿي. اڻڻ ڪالهوءِ چوندو آهي تہ مولڪي اهڙي لهر هئي جو مولڪي ڪابہ خبر ڪانهي اهو آهي من کي اسٿت ڪرڻ جو سکن.
جيئڻ دادو :-

---

١. ويري يا دشمن ٢. جيترو ٣. ذري ماتر ۴. وندي ۵. وڃڙڻ يا هلڻ ٦. تريڻ.

دادو دوجا کو نهين – دوجي من کي دؤر
دؤر مٿي چنتا ڳئي – وست نُور کي نُور

من ، چت ، اهنڪار ، جيو اهي سڀ نالا اگيان ڪري چيتن آتما تي ڪلپنا ويا آهن . چت پنهنجي چيتن آتما کي نہ ڄاڻي ڪري چنچل رهيٿو ، يعني نهچل پرماتما کي وسارڻ ڪري سدائين چلائمان رهيٿو . جهڙيطرح آڪاس جو سورج سداءِ استٿت آهي پر سمنڊ ۾ پرتبمب (اولڙو) پاڻ جي پاڻي ۾ سداءِ چلائمان آهي ؛ جهڙيطرح نديءَ جي ڪناري جو وڻ استٿت آهي ، مگر انجو پرتبمب پاڻيءَ ۾ چلائمان آهي . آهي ٻنهي جو روپ هڪ جهڙو ، پر گڻن جو ڀيد آهي جو هڪ نهچل آهي هڪ چنچل آهي ؛ هو بقاء آهي ، هڪ بي بقاء آهي . جيئن :-

بقا خواهي بہ روي اصل بنگر
وفا جوئي بہ سوي اصل بنگر

هميشہ جي جيوت گهرين تہ اصل منهن ڏانهن نهار ، دائي گهرين تہ اصل طرف ڏانهن نهار پيارا

ارٿ تہ ھي تنھنجو چت چنچل آھي تہ جيو آھين،
جي چت اسٿر آھي تہ ايشور آھين.

چت پنھنجي اڌشٽان آتما جي لاءِ چوطرف
ڪري سڀني جو سنسار، سنڪلپ نڪري، مٿو راج
ڪلپي، ھڪڙا ٻيو ٻاڌي ٻيا ٻيو لاھي - جنھنڪري
سنسار راڄ قائم نٿو رھي. ڪابہ اڏاوت بنياد
کان سواءِ ٺھي نٿي ڪري. جيئن انگريزي ۾
چوندا آھن "ھوا ۾ قلعا اڏيندو" Building
Castles in the air. ساڳيئي چت جي چنچل سڀاءَ
جي لھرن سان پريت رکي تہ لھرن کي وڌيڪ
زور واسنائن ڪري چت لھرن سان پريت رکي
نٿو سگھي. جڏھين واسنائون قائم ڪري يعني
جڏھين سنسار کان ويراڳ ڌاري، تڏھين گيان
پيدا ٿئي ۽ لھرن سان پريت لڳي. جيئن دادو:

لھرن ڪا لھرن رھي - چنچل ڪا چل جاءِ
دادو چنچل ھاڻ سڀ - لھرن سون لئو لاءِ

چت جي چنچلائيءَ ڪري جيو سدائين ٻيو
سپنا لھي. ھي جيو جڏھين مريندو تڏھين پرلوڪ
جو انيڪ ڪريندو جو اھو سنسار انھن پيل آھي،

الهيءَ ڪري پرلوڪ کي ست مڃي سنسار جا
سک دک ڀوڳي ٿو. سڀن ڪال ۾ پرلوڪ کي سچو
ٿو ڄاڻي ورِي ٻہ اڳين وانگر سرشٽي ڏسيٿو.
اڳين سرشٽيءَ کي سچو ڄاڻيٿو ۽ ٽئينءَ
سرشٽيءَ کي جاڳرت ڄاڻيٿو. ورِي جڏهين الهيءَ
پرلوڪ ۾ مريٿو تڏهين ورِي پرلوڪ ڏسيٿو ۽
الهيءَ کي سچو ڄاڻيٿو. ان طرح سڀني مان
سڀني ۾ چؤراسي جوڻين جا دک پيو ڀوڳي. واسٽوَ
۾ جيو ديهہ جي ناس ٿيڻ تي ناس ٿو ٿئي،
ڇاڪاڻ تہ ديهہ ناس ٿيڻ تي چت جو ناس ٿو
ٿئي. جيئن وٽ جي ناس ٿيڻ تي ٻج جو ناس
ٿو ٿئي. ان طرح جيو سڀني جون سرشٽيون پيو
ڏهي ۽ ڄاهي ۽ ورِي ورِي جنم مرڻ پيو ڏسي.
سڀني جو انت ڪونہ ٿو ٿئي پر گيان ان چت
کي ڪنهين پڪي سان استت ڪري امر رهيٿو
۽ سپنا ٿو لهي، ڇاڪاڻ تہ هو ٻهچل نام سان
پريت لڳائي ٿڌو رهيٿو ۽ سدا سکوپت جي سيج
تي آرام ڪريٿو. مطلب تہ اگيانيءَ لاءِ سدا
رات آهي جو اگيان جي ننڊ ۾ سپنا پيو لهي،

۽ گيانوان لاءِ سدائين ڏينهن آهي جو هميشه جاڳرت ۾ رهندو ۽ سپنا نٿو لهي. جيئن دادو:-

سپنا تب لڳ ديکيئي - جب لڳ چنچل هوءِ
جب نهچل لاڳا ناؤ سون - تب سپنا ناهين ڪوءِ

جهڙيءَ طرح جيئو سپني جي هڪ گهڙيءَ ۾ ڪيترا پار ڏهي ويو ٿي، اهو ڪٽنب سوڌي سرشٽي ڇڏي وري جاڳي هن لوڪ ۾ اچيٿو ۽ اڳئين سرشٽيءَ کي سپنو ڄاڻيٿو ۽ هن سرشٽيءَ کي سَت ڄاڻيٿو ۽ ٻالڪي امر ڄاڻي سپني جي ڪن ۾ جڳن جو اپاءُ ڪري ٿو. پر گيانوان هن سرشٽيءَ کي سپنو ڄاڻي آتما ۾ جاڳي آنند ڪري ڇڏيندا ته سڄي عمر سڌي ويو ۽ رهي، ۽ هڪ رات جو سپنو آهي. ائين سمجهي ڏام جي ڀڳتيءَ ۽ پريم جي رس ۾ پئل رهندا. اهڙيءَ جيوت کي جيوت ڄاڻندا، ٻي جيوت سپني جي ليکين ٿا. جيئن دادو:-

ڪوٽ برس ڪيا جيوڻا - امر ٿئي ڪيا هوءِ
پريم ڀڳت رس رام بن - ڪيا دادو جيوڻ سوءِ

اگيانيءَ چت جي چنچلتائيءَ ڪري پنهنجي جي رام کي نٿو سڃاڻي، انهيءَ ڪري ڀڳتيءَ ۽ پريم

رس کان هيٺ ٿي پاڻ کي آمر سمجهي جڳت جو
آپيٺر پيو ڪري ۽ ڪاپڻا ڪري جڳت رچي سدا
پيو منوراج ڪري ۽ سانت نه پائي. ان بابت
شيخ چلي جي آکاڻي ڏجي ٿي.

هڪ ماڻهوءَ ڪنهن مزور کان گيهه جو دلو
مزوريءَ تي کڻايو. مزور من ۾ منوراج ڪندو
هليو ته جيڪا مزوري ملندي، تنهن مان ڪُڪڙ
گهندس. تنهن ڪڪڙ کي پالي انڊا آنا ۽ ٻچا
ڪڍندس. انهن وري ٻڪري وٺندس، ٻڪريءَ
مان وري ڳانئر ڪندس، ڳانئر جا ڏٻر وڪڻي
شادي ڪندس، پوءِ گهر ٻار ٿا ٿيندس. پوءِ ٻار
ٻچا اچي چوندا بابا هلي ماني کائو، مان چوندس
ته نه هلان. انهيءَ ته ڪرڻ سان ڪنڌ ڌوڻيائين
ته گيهه جو دلو هيٺ ڪري پيو ۽ ڀڄي پيو. تنهن
تي مالڪ چيس ته هيءَ ڇا ڪيئه، منهنجو گيهه جو
دلو ڀڄي ڇڏيئه. مزور جواب ڏنو ته تنهنجو ته گيهه
جو دلو ڀڳو پر منهنجو سڄو گهر ٻار ڇٽ ٿي پيو.
جيٺن سُندر:—

جنهن شيخ چلي منورت کي گهر ڪيئي -
ڪهي ميري گهر کيو[2] گهاگهري[1] ڳروئي هئي -
تنهن هين سنڌ ره پرم ڪري پولو آپ -
پرم ڪي ڪٿي تي - آتما سدا هئي

جيو پنهنجي واستو سروپ آتم ديو ( ذام )
کي نه ڄاڻڻ ڪري اڻڄو نه موڙڪ موامس ٿي پيو
آهي، جو سنتن جا پوتر وچن ڪوهط نٿو ڪري.
جنهنڪري آتم ديو کان پلجي مان مان ڪرڻ
کان بس نٿو ڪري، يعني مٿيا اهنڪا نٿو ڇڏي.
جنهنڪري ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موه، اهنڪار
آدڪ پنجن وِيرين جي وس ٿي پنهنجي آتما
کوهي ڇڏي ٿو. ڄاڻڪاڻ نه آهي پنجن چور انکي
اگيان جي ننڊ يا غفلت ۾ ڏسي، آتم ڌن لُٽي سڀو
سکڻو ڪري ٿا ڇڏين. اهڙي جيو کي آتم گهاٽو
چئجي ٿو، جو پنهنجي آتما وڃائي موڙڪ هرڻ
وانگر مرگه ترشنا جو جال ڏسي پيو ڊوڙي. جيئن
چوندا آهن ته "آپ گهاتي مها پاپي". انجي اها
معنيٰ نه آهي ته ڪو زهر کائي يا ٻئي طرح

---

١- دلو. ٢- ڪري پيئي.

پاڻ گهات ڪري ڦٿڪي آتم گهاتي ٿئجي. پر
جو ڦٿڪجي آتما ناس ڪريئو، سو مها پاپي آهي
جيئن يسوع مسيح ٻڌو ڇوي. "جيڪڏهين ڪو
ماڻهو سڄي دنيا هٿ ڪري ۽ آتما وڃائي ته انکي
What shall it profit a man if he gain the
whole world and lose his soul? ڪهڙو لاڀ ٿيندو؟

چٽ جي ورتي سداءِ ديهه ۽ ديهه جو اندريون
ڪلپي پاڻڻي سريرڏسي ناڻا پرڪارن جا پدارٿ
رچي، انهن تي موهت ٿي گرهڻ ڪرڻ لاءِ ڀيٽي
ڊوڙي ۽ وشين جي واشنائون پيٽي ڪري.
ڪرمن ڪرڻ ڪري وڏيڪ بندن ۾ ڀيٽي ڦاسي.
جيئن ڪو ديڻ ۾ ڦاسي. جيئن پکي چوڳ جي
لالچ تي ڄار ۾ ڦاسي ايڪ ڪشٽ پيو سهي تئن
جيو مايا جي لوڀ تي ڦاسي انيڪ ڪشٽ جنم
جنمانتر پيو سهي ۽ ڪن ڪن ۾ سڀني جي سرشٽي
جي چوراسي جوڻين ۾ پيو اچي. جيئن چوندا آهن
"سڀني کي چوراسي لکي ڀيٽي آهي". جيئن دادو:-

جيو جنم جاڻي نهين پلڪ پلڪ ۾ هوءِ
چوراسي لک ڀوڳوي ـــ دادو لکي نه ڪوءِ

اهڙيطرح من ڪوڙيون ڪتون ڪٽي

جو تي سروپ کان پاڻجي پنهنجو هيرو جنم
وڃائي، سڀ ڪنهن جو ۾ ڪشٽ ڏٺيو. پر
جند ڌان آهو نٿو ڪٽي ۽ سنسار جي سرط وٺي الهيءَ
جند سان شيوا ڪري جند مقالي نٿو ڪري.
وشين جون واشنائون اُسکي گهاڻي ٻري ڏيون
ڪن. جيئن واڇور و ڪکر کي گهاڻي ٻري ڏو ڦٽو
ڪري. اُنهيءَ حال هوندي بہ سنسار جون آسون
اميدون نٿو ڇڏي، جي ڇڏي تہ جيڪر امر ٿي
پوي. پر اُسکي اهو ويچار نٿو اچي.

قاعدہ آهي تہ گيان ويراڳ کانسواءِ نٿو اچي.
تنهنڪري پهرين ويراڳ جو ضرور آهي، جو ست
سنگ ڏانهن کهاڻي ڏئي ۽ ست سنگ دوارا ويچار،
گيان، شم (من جي ورتي روڪڻ) ۽ سنتوش
اُتپن ٿين ٿا. اهي چار دوارپال (دربان) آهن.
جي جگياسوءَ سان مترائي رکي مڪت دوار
(دربار) ۾ پهچائين ٿا.

سنتوش پرمو لاڀ - ست سنگ پرم ڌنم
ويچار پرم گيانم - شمر چ پرم سکم

معنيٰ - سنتوش پرم لاڀ آهي، سنسڪر
پرم ڌن آهي، وچار پرم گيان آهي ۽ شم (سم نظري)
پرم سک آهي.

من يا چت پنهنجي چيتن آتما کي وساري-
متيا يا جڙ پدارٿن سان ملي پاڻ ٻه جڙ ٿي رهيو
آهي. ڏسڻ ۾ چيتن اچيٿو، پر آهي جڙ (Materialist)،
آهي اصل نهچل، پر واسنائن جي ڪري چنچل
ٿيو ڀاسي. جهڙيطرح سورج جو پرتبمب پاڻي جي
پاڻيءَ ۾ چنچل ٿيو ڀاسي. مگر انجو اڌشٺان آڪاس
جو سورج نهچل آهي. تئين من اوڙو پنهنجي
اڌشٺان آتم سورج کي نه ڄاڻڻ ڪري سدائين چنچل
رهيٿو. انهيءَ ڪري آتما ۽ من ڌار و ڪلپيل آهي،
واستو ۾ من ئي آتما آهي. انهي منو تيءَ ڪري
آتمڪ يا روحاني ڪالهيون پرتيت ٿيو ڪري.
ڄاڻڪار نه سندس سڀاءُ چنچل هئڻ ڪري پڌي
پرم واڪيہ سنتن يا ست شاسترن جا گرهڻ ٿي
ڪري. اها پوچهه ٿي اچيس ته اڌشٺان آتما
ڪانسواءِ جيو جي جيوت نسقل آهي، آهيٿي ڪارڻ
خالي ڏسڻ ماتر آهي. جيئن اوڙو سورج ڪانسواءِ

خالي ڏسڻ ماتر آهي. ان بابت وشسٽ مهراج
سري رامچندر کي ٿو سمجهائي - ”هي من تنهنجو
جيوڻ مرڻ جي سمان آهي. تنهنجو مرڻ جيوڻ
جي سمان آهي، انهن ٻنهين مان جيڪا تنهنجي
اِڇا هجي تنهن موجب ڪرين ها.“ جڏهين
چت جو تياڳ ٿئي، تڏهين سڀ تياڳ ٿئي؛
ٻج جو ناس ٿئي ته سڄي وڻ جو ناس ٿئي. چت
جي آڌار ڏيڻ تي ديهه يا جڳت جو آڌار ٿئي. چت
جو ڌرم آهي سنسار جي ڪلپنا ڪرڻ، ڇاڪاڻ
ته انيڪ سنڪلپ ڪرڻ جي شڪتي آهي.
اِهائي ڪلپنا ڪري ٿو ته هي منهنجو سرير، هي
منهنجون اِندريون، هي منهنجو ڌن، هي
منهنجو گهر، هي منهنجو ڪٽنب اتيادڪ
ڪلپنائون ڪري پنهنجي سرير جي بنڌن ۾ ڦاسي
سنسار جا ڏک سهي ٿو. جيئن ڪوريئڙو مکين
جي ڦاسائڻ لاءِ (جو مکيون سندس آهار آهي)
پاڻ مان ڄار ڪڍي؛ پاڻ کي ڦاسائي ناس کي پائيندو.
اهڙيطرح من پنهنجي دڙ سنڪلپ سان ديهه جو
ايماني ٿي، آتمڪ ڳالهيون گرهڻ نٿو ڪري،

وري جڏهين اُنيءَ ڏان نظر کڻي ۽ پنهنجي مالڪ کي ڏسي، تڏهين اڀناسي ٿئي. جيئن ڪنهن چيو آهي:-

ٻي رنگيءَ جو ٻيان – ڪين عقل ۾ ايندو،
جيترو ڏسندو ڏيل کي – تيترو هوندو منجهه گمان
جڏهين پاڙڪان پاسي ٿي ڏسندو
تڏهين ڪو پرو[1] پوندو

من اتما پاڇي Shadow-body کي اوِيچار ڪري ست سمجهي جند وڃائي ٿو. جيئن ڪتو شيش محل ۾ پنهنجي پاڇي کي ٻيو ڄاڻي ٻاڙ ڦٽي ڏڪر پائيندو، جيئن شينهن اوِيچار ڪري کوهه ۾ پنهنجو پرتبمب Image-body کي ٻيو شينهن ڄاڻي سِرُ وڃائي ڇڏي ٿو، جيئن جيو سپني ۾ اوِيچار ڪري پنهنجي سپني جي ديهه Dream-body کي ست ڄاڻي ديهه وڃائي ٿو، جيئن ٻالڪ اوِيچار ڪري پنهنجي پاڇي کي ڀوت سمجهي ڀؤ پائي ٿو، جيئن اوِنڌهه ۾ ڪو ماڻهو ٺُنڍ کي چور ڄاڻي ڀڄي ڀيت ٿئي ٿو. جيئن چور چوري ڪري درياهه ۾

[1] = پتو.

ڇڏڻ لاءِ گهرندو آهي، اهڙي ڪين ٻڌڙي سمجهي پئو
ٿو ڪري تہ مٿان ٻڌڙيءَ وارا موٽڪي پڪڙيندا. جيئن
تماشا جو ماڻهون ٿو ڏيءَ کي ٿالڪر ڏسي ڏڪي ٿو.
ان طرح جيو اويچار ڪري اناتما (ديھہ) کي پاڻ مڃي
سدا ڪال جي ڀؤ ۾ رهي سو ڏئيٺو؟ ديھہ ڇڏڻ
تي آتي ڪشٽ پائيٺو. جيئن مڇي پاڻيءَ کان
ٻاهر نڪرڻ تي دک پائيٺي، ايئن دکن ڏيندي
ٻہ هٿ هاري، جيو سٽ سنگ ۾ لٿو وڃي؟ اُن
دوارا ديھہ ايمان وڃائڻ جو اُدم لٿو ڪري. اهو
ٻہ ويچار نٿو ڪري تہ ديھہ جي رکيا ڪرڻ سان
ٻہ ڪال ديھہ کي نہ ڇڏيندو. جيئن يسوع مسيح
ٿو چوي ”جيڪو جيوت گولي ٿو سو وڃائيٺو،
جو پنهنجي جيوت مونکي ارپڻ ڪريٿو سو لهي ٿو“.
He that findeth life loseth it. He that loseth life for My sake shall find it.
جيئن حافظ ٿو چوي:-

جان بہ جانان دہ و گرنہ از تو بستاند اجل
خود تو منصف باش اين نکو يا آن نکو.

پران پران پتي کي ڏي. نہ تہ ڪال ٿو کان

پران وٽي ويندو، تون پاڻ نياءُ ڪر ته هيٺين
چنگو يا هونئن چنگو.

اها مايا جي شڪتي آهي جو سڀ ڪا شيءِ
پنهنجي مان ٻهري ٿئي ٿي ۽ ٻهريءَ مان پنهنجي ٿئي
ٿي. جيئن اوڻ جو ڳنڍو ڌاڳي ۾ مان ڳنڍو ٿي
وري ڌاڳي ۾ ڳڙي پوي ٿي وڃي ٿو ۽ اوڻ سان ڳيو
رهي ٿو. جيو ٻه واسطو ۾ جوتي سروپ (جل جوت)
آهي، تنهنڪري وسارڻ ڪري ڌاڳڪي ماس جو ڳنڍو
يا ٿيلهو سمجهي ٿو. جيئن جل، سرديءَ ڪان برف
جو ڳنڍو ٿي پوي ٿو. وري جيئن سورج جي اُپرڻ
ڪري برف جو ڳنڍو، جل ٿي وڃي ٿو ۽ تيئن جيو
ماس جو ڳنڍو جو ٿي سروپ کي ڏسي جل جوت
ٿي پوي ٿو. پرماتما جي اودِيا جي شڪتي ڪٽي
آهي ته وديا جي ٻه شڪتي ڪٽي آهي جنهنڪري
جيو وديا پائي ٻنڌن ڪان ڇٽي مڪت ٿئي ٿو.
جيو کي ڏا اميد نه ڏيڻ گهرجي.

جيترا ٻه سنسار جا ڏک ۽ آپدائون آهن سي
سڀ ديهه جي اهنڪار ۾ آهن. جڻ ته ماس جي
ديهه روڳن جي کاڻ آهي. تنهنجي ڏورتيءَ لاءِ

پرماتما ستگرن وئد (طبيب) ۽ انجي اوشڌي (دوا) منتر بہ رچيا آهن. جيو کي گهر جي تہ ستگرن وٽ وڃي پنهنجي من جي نار ڏيکاري گرُ منتر روپ دوا وٺي پنهنجو هوئمي روڳ لواري، تن من ڪري ارو ڳي ٿئي. جيئن:-

مليا موه ويد گر پورا — جن ديکي موري ناڙي
پيڙا گيان امر ڏارا — ڪٽي آويگتا بيماري

جيو پنهنجي جوتي سروپ جي وسارڻ ڪري برهم مان جيو، چيتن مان جڙ، آتما مان اڻاتما، او ڌڪار مان اهنڪار تي، اسم ۽ جسم (نام روپ) ۾ قيد تي دکي ٿيو آهي. جي پنهنجي اصل جوتي سروپ آتما کي ڏسي تہ شهنشاهہ آهي. جيئن ديوان داپوت:-

چشم روشن هرکہ باشد لايق ديدار دوست
کوڙکي بيند رخش در بند اسم و جسم پوست

جنهنجون اکيون روشن ٿيون آهن، سو دوست جي ديدار جو لائق آهي. جو نام روپ ۾ قيد آهي سو آنڌ و ڪيئن ڏسندو! جوتي سروپ جي وسارڻ ڪري جيو تي پنج ڪوش Sheath

چڙهي ويا آهن جي هيٺ ڏيکارجن ٿا ۱. اُن ميہ
ڪوش ۲- پراڻ ميہ ڪوش ۳- مَن ميہ ڪوش
۴ گيان ميہ ڪوش ۵- آنند ميہ ڪوش.
پهريون ۽ ٻيو استول سرير سان لاڳو آهن. ٽيون
۽ چوٿون سوکم سرير سان ۽ پنجون ڪارڻ سرير
سان. انهيءَ ڪري جيو مٿين ٽن سريرن جو اڀماني ٿيو
آهي، جي اُڏسڪي ڏکي ڪن ٿا. اهي ٽيئي پرم
ماتر آهن. جڏهين انهن ٽنهين جو آڀياس ڪري
تڏهين امرت رس چکي ترپت ٿئي. جيئن ناريل
جي رس تي ڪيترا تهہ چڙهي وڃن ٿا. جڏهن
اهي تهہ لاهبا آهن، تڏهن رس ۽ کوپرو ڪاڙهڻ ۾
ايندا آهن. ديهہ ۾ ڇهہ وڪار آهن: ۱- جنمڻ،
۲- هجڻ، ۳- وڌڻ، ۴- بدلجڻ، ۵- کيڻ ٿيڻ،
۶- مرڻ. آتما ۾ ڪو به وڪار ڪونهي. شڌ آهي،
نرمل آهي ۽ پنهنجو پرڪاش سروپ آهي، سوکم
تي سوکم آهي. ديهہ جا ٻيا وڪار هيءُ آهن، بکہ اُڃ،
هرک شوڪ، جنم مرڻ. بکہ اُڃ پراڻن جو ڌرم
آهي، هرک شوڪ مَن جو ڌرم آهي ۽ جنم مرڻ
ديهہ جو ڌرم آهي. جيو اگيان ڪري پنهنجي آتم

جوتي سروپ کي نه چاڻڻ ڪري ايڪ ڏکر
ڏوکي ٿو ۽ شانت نٿو پائي، پر جي آدم ڪري
پاڻ کي سڃاڻي ته سدائ شانت سروپ ٿي رهي.
جيئن صاحب فرمائين ٿا:-

من شانت آئي وڃي واڌائي ڌان هؤ ڏا پروان
من تون جوت سروپ هئي اپڻا مول پڇاڻ

اهنڪاري من جا وڪار مٿي ورڻن ٿيل
آهن. هاڻي شانت سروپي من جا گڻ ورڻن ڪجن
ٿا. آتم پد پراپت ڪرڻ لاءِ جهنمان سدائ سڀ
ماڻي، تنهنڪري من سان من کي لڙائي ڪرڻ گهرجي.
جيئن راڄائي راڄا سان لڙائي ڪندو آهي. اهڙي
لڙائي ڪرڻ سان من اوس پرم پد پائي سوڀ
ڪٿي جهنڊو کڙو ڪريٿو. جيئن ڪبير صاحب:-

من ڪي هاري هار هئي - من ڪي جيٺي جيت
ڪهي ڪبير پيئر پائيئي - من هين ڪي پرتيت

جيئن هوا بادلن کي آڻي سورج کي ڍڪي
ٿي ۽ ساڳي هوا بادلن کي پري ڪري سورج
کي پرڳهٽ ڪريٿي. تيئن من جي ورتي آتم
سورج کي ڍڪي پراڻ روپي هوا سان سنڪلپ

روئي بادل پري ڪري آتم سورج کي پرگهٽ
ڪري ٿي. اهڙيطرح گرمکہ جو من اُلٽو ٿي پرماتما
جي پاسي اچي ٿو، يعني انتر مکي ٿئي ٿو، ته پوءِ
اڀياس ڪرڻ سان درجي به درجي اڪٿ ڪٿا
جون ڳالهيون ٻڌي، پرم هنس ٿي مانسرووَر مان
موتي چُڳي کائي ٿو. پر اهو پد تڏهين پراپت ڪري ٿو،
جڏهين جيئري مري ٿو. تنهنڪانپوءِ ٻيائي ڪان
رهت ٿي پريما ڀڳتيءَ ۾ مگن رهي ٿو. جيئن
صاحب فرمائين ٿا:-

اِن ڀڳتي اِس من ڪئہ پاوي -
بالڪ بن گُر پرم پلاوي

اهڙو پد پراپت ڪري گيانوان نشچي ڪري ٿو
ته من ئي برهما، من ئي وشنو ۽ من ئي شو آهي. من
ئي آڪاس، من ئي پاتال ۽ من ئي سرڳ آهي
جيئن ديوان دليپت:-

من ئي مالڪ ملير -
ڪاڏهون وڃان سپ وطن ٿيو سين
من هين پنوهار مارو پي من هئي -
من هين عمر حمير

من هين عرش فرش ۾ من هئي -
من هين شاهه فقير
من هين محبوب مشتاق ۾ من هئي -
من هين رانجهن هير
جدا جالب رئي جاءِ نه ڪائي -
جنهنجو عالم سڀ سرير
دلپت دل مون آءِ مليو سين -

## سچ سار اکير

ان مان پرسڌ آهي ته ساڳيو ئي من اگيان ڪري نيچ تي نيچ آهي ۽ ڀاڳ سڄاڻ تي اوچ تي اوچ آهي. ارڏات اگياني جي آتما کي من چئجي ٿو ۽ گياني جي من کي آتما يا برهم چئجي ٿو. ٽن پرڪارن جا پرش آهن هڪڙا مورک، جي ڀانئي ديهه مڃين ٿا، ٻيا پنڊت پستڪن جا پڙهيل، جي آتما ۽ اناتما پرتيت ڪري دويت ڀاو رکن ٿا، اوهي ڪٿن ڪري چون ٿا ته آتما امر آهي ۽ ديهه ناسونت آهي. اهي ادويت پد کان هيٺ آهن. ٽيان آتم ۽ خاندان آهن جي ڀاڱي جوتي سروپ آتما ڏسي ويا ڪر (ڀاڱا ڪيل يا Divided)

ڪلپنا نورت ڪري پورڻ برهم نشچي ڪن ٿا.
ادوئي ادويت پورڻ گيان آهي، جو گرمکه پائي
پاڻ کي جيئون جو تيئون ڏسي سچي پاتشاهي جو
اٽل راڄ ڪريٿو ۽ اکنڊ جوت ڀرپور پاڻ کي ڏسيٿو
۽ پرڻام (بدلجڻ Change) کي نٿو پائي. مطلب
ته هو سدائين پاڻ کي ساڳي آڪار سان هڪ رس
هڪ جهڙو ڏسي ٿو، ڇاڪاڻ ته سندس سوير
پرڪاش سان ڀرپور ڏٺو آهي. جيئن ٽامون
پارس سان ملي سون ٿئي ٿو ۽ ڪوئل باهه ۾ پئي
باهه روپ ٿئي ٿو پر پنهنجي جو آڪار نٿو ڦري
ارٿات ساڳيو ئي رهي ٿو ان طرح گياوان سدائين
پاڻ کي اٿوا سڄي جڳت کي هڪ ئي پرڪاش
سروپ جيئون جو تيئون (As it is) ڏسيٿو. جيئن دادو:-

ڪنڊ ڪنڊ لڄه ٿا پيا اڪ اَس ايڪهه نور
جيون ٿا تيون هين تيجهه هيءَ جوت رهي ڀرپور

معنيٰ- لڄه سروپ (آتما) ٿڪر ٿڪر ۾
ٿيو آهي هڪ ئي نور جيئون جو تيئون پنهنجي
پرڪاش ۾ ڀرپور آهي.



خط ٻيو

## ڀيائي ڇا آهي؟

ڀيائيءَ جا ٻيا ٻہ ڪيترا نالا آهن جي هيٺ ڏجن ٿا. غير، ڪوڙ، ڏئي، ٻيءَ م، اوديا، مايا، طلسم، جادو، Illusion, Phenomenon, Hocus-pocus چڪت اتياد ڪ. هڪ کي گهڻا ڏسڻ ڀيائي آهي. گهڻن کي هڪ ڏسڻ هيڪڙائي، وحدت آهي. ڀيائي ٽن قسمن جي آهي. ١. هڪ جو ٻيو ڏسڻ، جيئن ڏوريءَ ۾ نانگ. ٢. هڪ کي ٻہ ڏسڻ، جيئن آرسيءَ ۾ پرتبمب. ٣. هڪ کي انيڪ ڏسڻ، جيئن ڪتو شيش محل ۾. پاڻ کي گهڻا ڏسيتو. جيئن دادو:—

دادو مندر ڪانچ[1] ڪا مرڪٽ[2] سنها[3] جاءِ
دادو ايڪ انيڪ هئي- آپ آپ ڪون کاءِ

پرماتما جي اگيان ڪان، پنهنجي جوتي سروپ آتما جي وساري ڪان، پاڻ ۾ سڀڻا ڏڻ

---

١- شيشو ٢- باندر ٣- ڪتو

ڪان. جادوگر جو جادو (مايا) ست پرتيت ٿئي ٿو. جادوگر جي ڏسڻ ڪان پوءِ جادو نٿو رهي. جيئن سپني جو سنسار جاڳڻي ڪان پوءِ نٿو رهي. جڏهين ستگرن ڪان ديوي (Divine) درشن جي بخشش ٿئي ٿي تڏهين خبر پوي ٿي تہ پرماتما جادوگر ٿي مايا يا اڻهوند و جادو سنسار شؤ وانگر نٽڪ ڪري ڏيکاري ٿو. گرمکھ الهيءَ جادوگر کي جيئڻ جو نيئڻ سهي ڪري لڙيئہ ٿي، بدان پرم جي سکوپت جي سيجھ تي آرامي ٿئي ٿو. الهيءَ پرمنورت ڪرط تي لڙيؤ ٿئي ٿو. جيئن صاحب فرمائين[1] ٿا:-

گُرهِ دِکائي لوئنا - ايتهہ اوتهہ اِتِ اُتِ ڪهت
ڪهت[2] ڪهت ڪهت - تو هين تو هين موهنا
ڪارن[3] ڪرنا ڌارن ڌرنا - ايڪئہ ايڪئہ سوهنا
سنتن پرسن پلهاري درشن - نانڪ سُکہ سُکہ سووِنا.

جهڙيطرح جنهنکي سورج جو گيان آهي، تنهنکي مرگھ ترشنا جو جل (پٽ جو پاڻي)

---

١- اکيون؛ ٢- جادوگر؛ ٣- سوينيڪ.

پرتيت ٿرتيندو آهي؛ مگر مورک هر طرح کي ست پرتيت
ٿيندو آهي. اِهيءَ طرح گورمک کي آتم سورج
پرتک، ٿيڪ ساڳيءَ سان ڀيائيءَ جو جڳت نه ڀاسڻ ۽
اينڌو آهي، مگر منمک کي مٿيا جڳت ست ڀاسڻ
۽ اينڌو آهي، انهيءَ پرتيت ڪري سدا پڇتيت
رهندو. گرمک ڀيائيءَ کي وڃائي هڪ ڏسي نربؤ
رهندو. جيئن شمس تبريز:-

دوئي را چون بدر کردم يکي ديدم دو عالم را
يکي خوانم يکي جويم يکي بينم يکي دانم

ڀيائيءَ کي جڏهين ٻاهر ڪڍيم - ٻنهي جهانن کي هڪ ڏٺم
هڪ پڙهان، هڪ ڳوليان، هڪ ڏسان ۽ هڪ ڄاڻان.
جيئن صاحب فرمائين ٿا:-

پڙهندڙ ڪهندڙ سڻندڙ ايڪ

جنهنجي نظر گهڻائيءَ تي آهي، سو ڀيائيءَ
جي ٻنڌن ۾ آهي، اُهو سنساري آهي، اُهو دويت
ڀرم ۾ آهي؛ جو پرماتما کي ٻيو ۽ پرڪرتيءَ کي
ٻيو ڄاڻيندو، اهو پنڊتن جو ڪيان آهي، جو ايئين
ڄاڻيندو. اهو دويت ڀاءُ الهن جي ٻٽ ڪوهي ٿو،
جو هڪ کي گهڻا ٿو ڄاڻي. جيئن صاحب فرمائين ٿا:

ٻڙھ ٻڙھ موتي ٽڪي — ڏو جي ڀاءُ ڀٽ ڪوئي
ستگر شبد سُڻائيا — ٻن سڄي اور نہ ڪوئي

اھڙن ڏويت وادين کي جم ٿيو چئي ۽ اُهي جنم مرڻ جي چڪر ۾ اچن ٿا. گرمک پنهنجي جوتي سروپ کي ڏسي ساڳ سان چويٿو "ايڪو برهم دوتيو ناسي". برهم ادويت، اکنڊ، ابناسي آهي. پرڪرتي ۽ پرش هڪ آهي. برهم ۽ جڳت هڪ آهي. جيئن گل ۽ خوشبوءِ، تر ۽ تيل، ڀاھ ۽ تتر ۾ هڪ روپ آهي جئن تيترين اُپنشد "ستيم گيان منتمر برهم." ارٿ تہ برهم ست گيان سروپ آنند آهي. اهڙي نشچي سان هڪ ئي برهم جا ڏي چيشٽا ڪري پيو. پنهنجي ديهہ ۽ جڳت کي آتم جوت ۾ لين ڪري هڪ ئي آتم جوت ڏسيٿو، ۽ پرماتما ڪالسواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نہ ٿو ڏسي. جيئن دادو:-

چرم درشٽ ديکي ٻهت — آتم درشٽ ايڪ
برهم درشٽ پرچي ڀيا تب دادو ديکہ

دويت گيان وارو جڏ Finito ڪيل آهي. ادويت وارو لاحد Infinito آهي. جو برهم جو اُپاشنا ڪندڙ آهي سو برهم پڻ جو آدويت اکنڊ آهي

تنهنکي پراپت ٿئيٿو. جئن منڊوڪو اپنشد ۾:-

برهم ود برهمئيو ڀونتي.

ارٿ - جو برهم کي ڄاڻيٿو سو برهم کي ئي پراپت ٿئيٿو. انهيءَ پرش کي پيائي يا جڳت جو بالڪل اڀاو آهي. اهو ڪيول برهم ڏسي ٿو ۽ ٻيو ڪجهه ڪين ٿو ڏسي. انهيءَ پد ۾ واڻي هلي نٿي سگهي ۽ جنهن پد کي دويت وارو ڄاڻي نٿو سگهي. تنهنتي هڪ درشٽانت ڏجيٿو:-

ڪنهن وقت سمنڊ جو ڏيڏر کوهه واري ڏيڏر وٽ مهمان ٿي ويو. کوهه واري ڏيڏر سندس آدرڀاءُ ڪري ڪانئس حال احوال پڇيو ته سمنڊ ڪيڏو وڏو آهي؟ سمنڊ واري ڏيڏر پنهنجي اڳيان سمنڊ جو بيان ڪري نه سگهيو، فقط ايترو چيائين ته بي انت آهي، مان چئي نٿو سگهان. تنهنتي کوهه واري ڏيڏر ٽپ ماري چيو ته هيڏو ٿيندو آهي؟ سمنڊ واري ڏيڏر ڪالي چيو ته امت (بي حد) آهي. تنهنتي کوهه واري ڏيڏر اڳئين کان به مٿي ٽپو ڏيئي چيو ته ڀلا هيڏو آهي؟ سمنڊ واري ڏيڏر ڪالي چيو ته مان ڪيئن چوان

ته هيڏو آهي ڪي هيڏو آهي. هن جي حد ڪانهي، هو اٿاهه آهي، تنهن ڪري واري ڏيڻ ۾ سڀ ڪان وڏو ٿيو ڏيڻي ڇيو ته هن کان مٿي ٻيو ڪو نه هوندو. سمجهه واري ڏيڻ ۾ ڇيس ته جي ٿوڪي جيئڻ جو ٿيڻ ڏسڻو آهي ته مون سان گڏ جي هلي سمجهه ۾ ڏس. جنهن ڪري واري ڏيڻ ۾ ڪي ڇڙ آئي؟ الڪي نرآدر ڪري ڪڍي ڇڏيائين. سڪالت آهي جنهن جيئڻ جو ٿيڻ ڏٺو آهي، سو چئي ٿو سگهي ته پرماتما هيڏو آهي، هيترو آهي، هڙو آهي، اُن جي زبان بند آهي. ڪٿن ڪري ٿو سگهي. جهڙين صاحب فرمائين ٿا:-

سن سن گيان ڪتي جڳ ماٿين - جو ڏيکي سو آکي ناهين
گنگي ڪي ڪٿ گونگا جاني - گونگا پيا تب ڪاهه بکاني

ورلو ڪو گورمک آهي - جو پنهنجي آتم سمجهه کي جيئڻ جو ٿيڻ ڏسي زبان بند ڪري مشڪي ٿو، پر ڪجهي ٿو؛ يعني گد گد پيو ٿئي. ان بابت هڪ انگريزي شاعر جو مايا بابت هڪ شعر آهي، جو هيٺ ڏجي ٿو:-

١- رڳو پرماتما ۽ مان ديس ۾ - ٻيو ڪو به نه درشت ۾.

٢- پوءِ مون چيو " اي خاوند لوڪ جا ماڻهون ڪٿي آهن؟

٣- ۽ پرٿوي هيٺ ۽ آڪاس مٿي؟

٤- ۽ جيڪي مري ويا آهن جنکي مان سڃاڻندو هوس - (سي ڪٿي)"؟

٥- خاوند مشڪي چيو ته سڀ سپنو هو.

٦- جو سپنو توکي ستي پئي ڏسڻ ۾ آيو.

٧- نڪي ماڻهون هوا نڪي مؤا هوا. (لوڪ پرلوڪ ڪو نه هو)

٨- نڪا پرٿوي هئي نڪو آڪاس هو.

٩- رڳو مان ۽ تون هواسين.

١٠- تڏهين "مون چيو ڇو مان پيو پيٽ لٿو ٿيان

١١- تو سان هن رستي ۾ ملي؟

١٢- ڇو ته مون پاپ ڪيا آهن مونکي پڪ آهي.

١٣- ڪٿي آهي سرڳ ۽ ڪٿي آهي نرڪ.

١٤- اڄوڪو ڏينهن قيامت جو آهي ڇا"؟

١٥- پرماتما چيو ته اهي سڀ سپنا هوا.

١٦- جي اُهي سپنا هاڻي بند ٿيا آهن.
١٧- "تون" ڪونه آهين "تون" ڪونه هُئين
١٨- ڪجهه به نه آهي مونکان سواءِ.

انهيءَ جو مطلب آهي ته برهم جا ٻه سپنا آهن، هڪ ته ساڳت ۽ ٻئي ته ڇارچ. جيئن واءُ ته واچوڙو ٻئي سپنا ٻون جا آهن. ساڳت سپنا ته ڪا به سنسار جي ڪلپنا نٿي رهي. جيئن سپ ڪنهنکي سکوپت ۾ ڪو به ڦُرنو سنسار جو نٿو اُٿي. ٻئي سپنا ۾ چيتنتائي ڪري جڳت روپ ٿي ٿو ڏيکاري. جيئن سکوپت وارو پرش پنهنجي اليٽر ڪري سپني جو سنسار رچيندو، تنهن ۾ چيتن ۽ جڙ لوڪ ۽ پرلوڪ، سرڳ ۽ نرڪ، آڪاس ۽ پاتال اتياد ڪي نانا پرڪارن جي سرشٽي روپ ٿي ٿو ڏيکاري. واسطو ڪري ٻنهين سپنن ۾ هڪ جهڙو جيئن جو تيئن آهي. جيئن سکوپت وارو پرش سپني ۾ جيئن جو تيئن آهي. يعني ڇارچ جي سپنا ۾ تون، مان اتياد ڪلپنا ٿئي ٿي، ۽ ساڳت جي سپنا ۾ ڪيول آتما ادويت آهي، ٻيو ڪجهه نه آهي. جيئن ديوان دلپت :-

نہ تو آنجا نہ عالمي باشد
جاء لاهوت دلپت آنجا است

نہ تون اُتي نہ جهان اُتي هجي - دلپت تو چوي لاهوت جي جاء اُتي آهي ( الله کانسواء ٻيو ڪجهہ بہ نہ آهي ) جئين سامي :-

ڪنهنکي ڪريان حال - پورب ديس ملار جو
جتي اُڃ بک ناهہ ڪا - نکي ڪاٿي ڪال
نکو ڏينهن نہ رات ڪو - نکو آڪاس پاتال
خاوند جو خيال - سمر ورتي سامي چئي .

جيڪي جڳت ڀاسڻ ۾ اچيٿو سا ليلا سنيما شو ۽ اڪر پاڇن جي راند آهي . يعني پرماتما جي ڏسڻ کانسواء سڀ جيو ، پراڻي ، استاور ، جنگم ، جڙ آهن .

ڪنهنکي بہ ويچار نٿو اچي تہ ڪير ٿو پرڪاش پساري ، جنهن پرڪاش تي ساري ليلا پيئي ڀاسڻ ۾ اچي . اُهو ڪير آهي ، جو نت فلم مان مورتون ڪڍي پيو ڏيکاري . سڀڪو پاڇن جي راند ڏسي پيو خوش ٿئي ، مگر پتلين جي نچائيندڙ کي ڏسڻ جي ڪنهنکي بہ اِڇا ڪانهي . جئين سچل :-

پتلڙان دي وچ ڳالهڙان - يار ڪريندا ڪيهان
ڪيهان سي تعجب جيهان

تند پتلي دي دست سجڻ دي- سوين ڪرائيندين
چالڙان

ڏيڍُن ھن جڳت جي ليلا سڄڻيما شو والڪر آهي.
جنهن راند کي ”شو جو ناچ“ يا ”ڪرشن ليلا“
چوڻ ۾ ٿو اچي. شو يا ڪرشن جو ڪمت ڪمت ۾
براجمان آهي ۽ سدائ چرچ ڪري الڏت ريلن Reels
مان نوان نوان فلم پنهنجي چيڏن جوت تي لت
ڪڍي پيو ڏيکاري، تنهنڪي ڏسڻ واسطي ڪوبہ
ويچار نٿو ڪري. اهوئي اشچرج پيائي (ما يا)
جو آهي. جو جيو جي اکيان پٽل ڏيڻي جوت
ڏسڻ نٿي ڏيس. اهوئي جادوءَ جو کيل آهي.
جيڏن سچل :-

آءِ ادا سالڪ سهي ڪر تون ھن طلسمات کي
پيہ دوُئي تان ڪل پوڻي- دور ڪر درجات کي

الهيءَ طلسم يا مڪار بازيءَ کي نہ سهي ڪرڻ
ڪري سيڪو مٿس موهجي پيو آهي، اهوئي چال

آهي. جن ديوتائن کي به موهت ڪري ڇڏيو
آهي. جيئن ڪبير صاحب :-

سرپني[١] تي اوپر نهين بليٽا[٢]
جن برهما وشن مهاديو ڇليا
مار مار[٣] سرپني پيٺي -
جن ترڀون ڏسيئلي[٤] گرپرساد ڏٺي

معنيٰ :- مايا روپي ناڳڻ کان مٿي ٻل وارو ڪونهي، جنهن برهما، وشن ۽ مهاديو کي موهيو، جنهن مايا سڀني کي ڏنگيو تنهن کي ماري گروءَ جي ڪرپا سان مون ڏٺو.

سوڪم مان استول آڪار جو ٿيڻ پاسط ۾ اچڻ. تنهنجو ڪارڻ آهي ته سڀني جيون جون اکيون آڪار ڏسڻ تي هريليون آهن، سوڪم درشٽي نه هئڻ ڪري يا آڌ ريڻ اکه بند ٿيڻ ڪري جادوگر جي ڪرپا کان سواءِ نٿي کُلي. گرمکه اها درشٽي پراپت ڪري جادوگر جو سڀني جي ڪهت ۾ ويهي نت نرآڪار مان آڪار

---

١- ناڳڻ، مايا ٢- بلوان ٣- موڪلي ٤- ڏنگيو

ڪري پيو ڏيکاري، تنهنڪري ڏسي پيڻ کي چاڙهي،
اسرار ۾ پنهنجي چپ ڪريو ۽ ڪنهنسان ڳالهه نه
ڪري. جهڙيطرح منجهند جي وقت ڪو پرش
بازار جو سئر ڪريو. مگر اُس (پرڪاش) جو
ويچار نه ڪري پدارٿ رنگن ۽ روپن سان ڏسيو.
يعني جنهنڪري ۽ جنهنتي پدارٿ ۽ آڪار پاسن ٿا،
تنهنکي نه ڏسي. اهائي ڀيائي (مايا) جي شڪتي
آهي، جا پرڪاش کان ڀُلائي نام روپ پدارٿ
ڪريتي ڏيکاري ۽ اهوئي اويچار يا اوديا آهي.
جنهنڪري سوکم پرڪاش جو نرآڪار آهي تنهنکي
ڇڏي جيو پدارٿ آڪار ڏسيو. پر گرمکر
آتم جوت جا سوکم نرآڪار آهي، تنهنکي
جيئن جو تيئن ڏسي پڪ سان چويو ته نام
روپ آڪار بالڪل نه آهن فقط جوت ئي جوت
آهي. جوت کان سواءِ ٻي وستو ڪا نهي ڇاڪاڻ
ته هنجي درشٽي نرآڪار جوت تي آهي ۽
ته اها ساڳي جوت آڪارن تي پنهنجي
آڪارن کي پرڪاش روپ ڪري ڇڏي
ٿي. انهيءَ کي سوکم درشٽي يا اِلدرين اکر

چئجي ٿو جا سدائ آتم جوت ( پرماتما ) ڏسيٿي . جيئن دادو :-

دادو سپ جڳہ ديکي استول -
کون يہہ انسا آکار
سوکم سهج نہ سو جهيئ - نرآکار نرڌار

معنيٰ :- دادو چوي ٿو تہ سڀئي استول آکار ڏسڻا ، پر جو سوکيم نرآکار برهم آهي تنهن کي نٿا ڏسن . اهڙو گرمکہ ہک سان لسچي کري ٿو تہ ٻکي آکار، ٻکي جيو ، ٻکي کايا ، ٻکو کال، ٻکو کرم، اُتپت ٿيو آهي ، کيول رامئي رامآهي . جيئن سامي :-

چڙهي هڪ هتيت - عاشق چڙهيا آپ تي
جتي کال نہ کرم کو - ٻکي ممتا مت
ٻکو رات نہ ڏينهن کو - ٻکي پنجئي تت
کلپت ريءَ قدرت - سامي ڏسي سم ٿيا

اهڙي گرمکہ وتان پيائيءَ جي کوٽ ۽ خواري ٻکري وجيٿي ۽ پيائيءَ جو چل ان تي اثر نٿو کري . ٿڻ هين بہ هڪ ڳالهہ جي خبرداري کريٿو تہ متان مايا طلسم کري رڌيون، سڌيون ۽ نونڌيون حاضر

ڪري ڏني. چالاڪ ته گهڻا سمجهه هوندي به
اُلٽي موهت تي آتم پد کان ڪري سنسار ۾ دکه
پائين ٿا. اهڙيءَ ڪري پورن سنت يا درويش
پڪاريندا ويا آهن ته اهي رڌيون سڌيون آدڪ
هرگز قبول نه ڪجو ۽ پنهنجي سروپ ۾ قائم رهجو.
جيئن سچل :-

سر سچائيءَ پانهنجو. ڏج ڪَنُ نه ڪرامت کي.

جيئن گرو انگد صاحب ڪنهن جوڳيءَ کي
جوڳ جي پرسنگ ۾ اُتر ڏنو ته هاڻي ڪلجگ ۾ جوڳ
ڪمائڻ ڪٺن آهي، پر سچيءَ ڀڳتيءَ سان انتهه
ڪرڻ صفا ڪرڻ سگم آهي. سنت مهاتمائون
چون ٿا ته سهج يوگ ۾ نام جو نالو وٺجي ۽ انجو
ڌيان ڪجي ۽ سنتن جو سنگ ڪجي. اوهانجي
يوگ ۾ ڏن، جس، وڏائي ۽ ڪرامت اتپاد ڪن
جو ڀل پراپت ٿئي ٿو. پر جو انهن تي موهت ٿئي
ٿو تنهنکي بنڌن ٿئي ٿو ۽ موکيه جي پراپتي نٿي
ٿئي. هو يوگ جي ٻل سان عمر وڌائي ٿو. پر
اهنڪار ۽ لوڀ انکي ڦاسائي ٿو. گرو نانڪ ديو
اسانکي اپديش ڏنو آهي ته ڪيئن اپر تراڻيءَ ۾

ٻڌُ رهجي ۽ ڪيئن سَت وستو ڪر هٿ ڪجي.
اما خاص سکيا اسانجي پنٿ جي آهي. هو لکن ٿا
چوندا آهن ”ڪرامت ڦهر جو گهر آهي.“ جو
ڪرامت ڪريٿو، سو پاڻتي اهنڪار (مايا) جي
محبت ڏو آڻي.

هڪ ۽ گهڻا ۽ ايڪ انيڪ One and many

اهو مسئلو تمام ڳوڙهو ۽ ڏکيو آهي. ڇاڪاڻ ته
هڪ ۽ انيڪ ۾ ڀيد ڪونهي ساڳيو هڪ آهي. جيئن
صاحب ”آپهه ايڪ آپهه انيڪ“ جيئن سچل:-
“جهڙي وحدت تهڙي ڪثرت” تنهنجو مطلب
آهي ته ڪيول آتما سرو آتما آهي ۽ هڪ ۽ سرو
پاڻ ئي آهي. سرو ئي گوبند آهي. انکان سواءِ
ٻي وستو ئي ڪانهي. جيئن سپني ۾ ماڻهو گهڻا
روپ ٿي ڏو ڀاسي ۽ جاڳڻ ۾ هڪ ئي آهي. جيئن
شيش محل ۾ هڪ ئي پاڻ کي گهڻا ڏسيٿو. تيئن
هڪ ئي پاڻ انيڪ آڻي، ڀيد ڪونهي، جيئن رگ
ويد جو واڪيه ”ڏسڻ ۾ گهڻا آهين پر آهين هڪڙو“.
Seeming many Thou art One جيئن شاهه صاحب:-

وحدان ڪثرت ٿي ڪثرت وحدت ڪُلُ
حق حقيقي هيڪڙو ـ ٻولي ٻيءِ مَ ڀُلُ،
هُوُ هلا چو هُلُ ـ بالله سندو سچڻين

جيئن جيڪڏهين ڪنهنکي ڀوت لڳي ۽ انکي خبر پوي تہ مونکي ڀوت لڳو آهي تہ ڀوت نٿو رهي. تيئن جيڪڏهين ڪنهنکي گيان اچي تہ مونکي مايا (ڀيائي) ڏاڍ لڳي آهي تہ اُها نڪري وڃي ۽ پاڻکي جيئڻ جو نيئڻ ڏسي. آئمان پرسن آهي تہ ڀيائي يا مايا جو پردو وچ اچيٿو، جنهنڪري پرماتما جو درشن نٿو ٿئي. جهڙيطرح سري رامچندر ۽ لڇمڻ جي وچ سيتا اچي تہ لڇمڻ کي سري رامچندر جو درشن نٿو ٿئي. جڏهين سيتا وچمان نڪري تڏهين لڇمڻ کي سري رامچندر جو درشن ٿئي. جيئن حافظ:-

ميان عاشق معشوق هيچ حائل نيست
تو خود حجاب خودي حافظ از ميان بر خيز

معنيٰ ـ عاشق ۽ معشوق جي وچ ڪوبہ پردو ڪونہ آهي. تون پاڻکي پاڻ پردو آهين، حافظ تون وچان نڪري وڃ.

مطلب تہ ٻيائي ئي پردو آهي. پاڻکي ٻيو ڏسڻ پرماتما کي ٻيو ڏسڻ. جي اهو ٻيائي جو پردو لڪري وڃي تہ پاڻکي جيؤن جو ٿيؤن ڏسي.

ڪي سنت چوندا تہ پرماتما جو درشن هِن اکين سان نہ ٿيندو آهي ۽ ڪي سنت چوندا تہ هِن اکين سان درشن ٿيندو آهي ٻئي سچا آهن. ديد جو ڀيد آهي، جڏهين گرمک گروءَ جي ڀڳتيءَ سان پنهنجو چت نرمل ڪريندو، تڏهين انکي ديهہ درشٽي پراپت ٿئي ٿي. جنهنکري ساڳيون اکيون روشن ٿي پون ٿيون، جنسان هو ڪيول پرماتما ئي ڏسندو ۽ ٻيائي (مايا) هرگز نہ ڏسي. يعني جڳت جو بالڪل اڀاو ڪريندو. جيئن چوندا آهن تہ سنت نظر سان نهال ڪندا آهن. انهيءَ مان پرسڪ آهي تہ اکيون جهڙيون گرمک جون تهڙيون منمک جون. جهڙيون گروءَ جون تهڙيون شش جون. پر جيو ملين درشٽيءَ سان جڳت جا ملين آڪار ڏسندو ۽ گرمک پوتر درشٽيءَ سان سڀني هنڌ سروڪال پورن آتما ڏسندو. اکيون ساڳيون آهن پر درشٽيءَ جو ڀيد

ڏسڻ کي ٻاوڙا جڳت جي آهي، ڏسڻ کي ٻاوڙا سرو آتما جي آهي. جيئن ڪو گهڻا ڏسيتو، ڪو سون ڏسيتو. جيئن ڪو ٿورا ڏسيتو ڪو ڪنڍ ڏسيتو. تنهنڪري اکين جو ڦيڪ ڪونه ڇڏبو، جو پرماتما سڀني کي هڪ جهڙيون اکيون ڏنيون آهن، هن وٽ ڦيرائي ڪانهي. جيئن دادو:-

ڏيهي لکيا ديهه کي - ڏيهي آتم سو،
ڏيهي لکيا برهم کي - دادو پلٽي دو،

معنيٰ:- ڏيهي ٿي اکيون ديهه جون، ڏيهي ٿي اکيون آتما جون، ڏيهي ٿي اکيون برهم جون، دادو چوي ٿو ته ساڳيون ٿي اکيون پلٽجي ٻيون ٿيون.

جيڪي اکيون گهڻا يا ٿورا ڏسن ٿيون، سي ڦيرائي يا مايا ڏسن ٿيون انهنکي صوفي "چشم جهان بين" اکيون جهان ڏسندڙ؛ جيڪي اکيون آتما يا پرماتما ڏسن ٿيون تنهنکي "چشم خدا بين" اکيون خدا ڏسندڙ چوندا جيئن دادو:-

ديکت اندي انڌ ٿي آنڌي - جب لگ تت نه سوجهي
ديکت ديکي انڌ ٿي ديکي - جب رام سنيهي بوجهي

اهڙو اکين وارو برهم جڏهين مايا يا ٻيائي
کان نرمل رهي ٿو تڏهين اُن تي مايا يا ٻيائي جو
اثر نٿو ٿئي، ڇاڪاڻ ته ٻيائيءَ جو پردو دک جو
ڪارڻ آهي. جيئن ڪتو شيش محل ۾ ويو
ڪتو ڏسي دک پائي ٿو. جو ماڻهو پاڻ کي اوچ ڄاڻي ٿو
۽ ٻئي کي نيچ ڄاڻي ٿو، سو ٻيائيءَ وارو آهي اهو
نه ٻئي کي پنهنجو آتما ڪري ٿو ڄاڻي ۽ نه پنهنجو
آتم ڀائي ڪري ٿو ڄاڻي. باوجود يڪ سنت پڪاري
چون ٿا ۽ رواجي ماڻهون به چون ٿا ته سڀ
پاڻ ۾ ڀائر آهن. هڪ پرماتما جو اولاد آهي، پر رواجي
ماڻهو عمل ۾ نٿا آڻين، سنت مهاتمائون عمل ۾
آڻي ٻيائي کان رهت درشٽيءَ سان ڏسن ٿا.
جئين دادو:-

آتم ڀائي جيو سڀ - ايڪ پيٽ پروار
دادو مول ٻچاري ئي - تو دوجا ڪون گنوار

معنيٰ:- سڀ جيو هڪڙي پيٽ جو اولاد،
ڀائر آهن، دادو چوي ٿو ته اي مورک پنهنجي
سروپ کي ڄاڻجي ته ٻيو ڪو نهي (سرو ڀاڻ آهي).
هن مان ثابت آهي ته آتما سرو آتما آهي.
جو ائين ڏسي ٿو سو سڀ هڪ روپ ڏسي ٿو.

۽ ٽيڏو ٽيڏاڙ جي حساب ڪري آڪاس ۾ ٻه
چنڊ ڏسبو. جيئن چوندا آهن ته "ٽيڏي ڀيسي
تي هوت مڙيوئي هڪڙو". جنهنکي ٻورن گيان
آهي ته هڪ ئي پورن برهم آهي، سو هڪ ٻه ٽيو
ٿوي ڇاڪاڻ ته هڪ چوڏ سان هزار ۽ لکن ثابت
ڏين ٿا. الهيءَ ڪري ڀيائي کي دخل ملي ٿو
تنهنڪري آتم پد کي ادويت پد (ڀيائيءَ کان
رهت) چئجي ٿو. جئن ديوان دلپت:-

يک يک بگوئي تا زمان هر که دو مي بيني شما
چون دو از دل محو شد يک هم نگوئي پيش ما

معنيٰ:- هڪڙو هڪڙو ڪيستائين ٿو چوين جيستائين
ٻه ٿو ڏسين، جڏهين ٻه دل مان نڪري ويا ته
منهنجي روبرو هڪ به نه چوندين. گرمکن گيانوان
هڪ ۽ ٻن جو ڀرم ڪڍي، پنهنجي جوتي سروپ
جو هڪ ۽ ٻن کان رهت ادويت آهي تنهنکي
جيئن جوتيئن ڏسي ٿوي ٿو. جئن گوبند گيتا:-

جاڳن مانهه دوئو نهين پائي -
وحدت ڪثرت تهان نه ڪائي
تب وهه ايڪ آپ هين رهي -
ايڪ ڪهن ٻي من نهين ڀهي

ايڪ تي انيڪ ٿيءَ آوي

پاڇي ساچ ٿر کيل رچاوي

آپاچ دسا مون ٿيءَ پائي

سڀ ڪڇ آپ آپ درشائي

اهڙيءَ آتم درشنيءَ سان ڪرمڪ پاڻکي سدائي ٿڪ رس ٿڪ جهڙو ٿو سمجهي ۽ پرڪاش ٿئو تنهن پدلجي پيو روپ ٿئو ۽ ٿي سدائين پاڻکي سا ڳيو ٿو ڏسي. جيئن حافظ:—

هُمانيم هُمان بود هُمان خواهد بود

معنيٰ:- اهو ئي آهيان، اهو ئي هوس ۽ اهو ئي هوندس. ان طرح آتم پد ۾ مان، تون ۽ هو، ڇو ته ٿو آهي. جو ته سڀ ئي پرماتما آهي ۽ پيائيءَ کي دخل ڪونهي. جيئن دادو:—

ايڪ ڪهون ته ٻه هيءَ — ٻه ڪهون ته ايڪ يون دادو حيران هيءَ — جيئن هيءَ تيئن هين ديڪ



ادم

خط ٽيون

## اهنڪار ڇا آهي؟

اهنڪار ٽن قسمن جو آهي. هڪڙو اوديا اهنڪار ٻيو وديا اهنڪار. اوديا جو اهنڪار اشڌ، مٿيا، ملين آهي. وديا جو اهنڪار شڌ آهي ۽ اُهو ويچار ۽ گيان آهي. وديا جو اهنڪار اوديا جي اهنڪار کي ناس ڪري پاڻ به نٿو رهي. جيئن باهه ڪاٺيءَ کي لڳي، جا ڪاٺيءَ کي ساڙي پاڻ به نٿي رهي. تنهنجو مطلب ته باقي جيڪي بچي ٿو سو اونڪار جوتي سروپ جيئن جو تيئن سدائ ساکت روپ رهي ٿو. جنهن کي نرواڻ پد چئجي ٿو ۽ جنهن ۾ هڪ، ٻه ۽ ٽن جي ڪلپنا ڪانهي. مٿيا اهنڪار ڪيئن ڀرم ڪري اُدئه ٿيو آهي ۽ ڪيئن دور ٿئي ٿو. تنهن بابت هيٺ ورڻن ڪجي ٿو.

اونڪار لفظ يا ارڌ ماترا سوکم ٿي سوکم ٻرهم جوتي پرش هردي ڪنول ۾ استٿ آهي. تنهن کي پنهنجي چيتن سڀاو ڪري ڦرڻ ٿي ته مان پنهنجو

شان وڏائي ڏسان. اهڙيءَ طرح ڪرڻسان اڪ ڇڏيپ
۽ دل جي آرسيءَ تي پرتبمب پيو، ۽ پرتبمب
کي پاڻ جهڙي صورت انسان جي اکين ۽ عضون
سان ڏسي خوش ٿيو. جيئن آدڪان ولي اڄ ڏاءِ
سڀڪو ماڻهو پاڻکي آرسيءَ ۾ اکين وار ۽ ڏسي اهڙو
ڏسي خوش ٿو ٿئي جو وري پيو پاڻکي ڏسي.
اِن طرح خدا آدم جي صورت ولي پاڻکي پرگهٽ
ڪيو. جيئن خيرمحمد:-

مثل ڪنون ٻي مثلي هئي -
واه واه عجائب اصلي هئي
خوش خيرمحمد دل تسلي هئي -
ٻن آدم تي الله آيا

جهڙيطرح سري ڪرشن ڀڳوان آدي پرش
منش جي صورت ولي ظاهر ٿيو يعني آدرشٽ مان
درشٽ تي آيو. ان طرح برهم اچنت چن ماتر ڏسڻ
جو سنڪلپ ڪري، برهما جو روپ ره پرگهٽ ٿي
سنسارجي رچنا سنڪلپ ماتر ڪئي؛ جنهنکي آدليتي
چئجي ٿو. جنهن موجب وهنوار هلي پيو. انجيل
۾ چيو ٿو " اهڙيطرح خدا ماڻهوءَ جي صورت پنهن

"So God made man aftor His own imago" جي
صورت وانگر ٺاهيو" قرآن ۾ چوي " الانسان
سري و انا سره" انسان ڪجهه الله جو آهي الله
ڪجهه انسان جو آهي. ان طرح اهنڪار مان
اهنڪار، آتما مان اناتما، ايشور مان جيو، برهم
مان برهما، ادرشٽ مان درشٽ، نرگڻ مان
سرگڻ، نراڪار مان آڪار، ذات مان صفات
ٿيو. جيئن سون مان گهڻو، ڪڻڪ مان ٿولهو،
جنهن ڪو عاشق:-

ڪري سينگار سو سهڻو- صورت انسان ۾ آيو.
جيو اوديا ڪري پنهنجي ذات (آتم جوت) کي وساري،
پاڻ کي صفات (ساڪار روپ) مڃڻ لڳو جنهن
ڪري سنسار ۾ ڏک ڀوڳڻ لڳو. انهي ڪري
جيو کي مٿيا اهنڪار اُڌ ٿيو آهي ته مان نامروپ
وارو ماس جي ديهه آهيان ۽ اهنڪار جو شد آهي
تنهنڪري ان کي بلڪل پرماد (وسارو) ٿي ويو
آهي. تنهن جي نورتي لاءِ آتم وديا اُپاءُ
آهي. آتم وديا ڪري ان کي وري پنهنجي
اصل روپ جوت پرڪاش آهي سو ڪرو ۽

جي ڪرپا سان پــاد اچيتو تنهنکي ڏسي
لشڇي ڪريتو تـــ ساکيو ئي آتــم برهم آهيان ؛
منش جي صورت ونڌ ڪري ٻہ ٻيءِ طرح يا
پيو لہ ٿيو آهيان . جيئن سون ڳهڻي جي صورت
وٺــي ساکيو سون رهي ٿــو . مثيا اهنڪار
( ديهہ جي منوٽي ) اوديا يا مايا جي شڪتي آهي
؛ شڌ اهنڪار وديا جي شڪتي آهي ، اوديا جي
شڪتي ڪري برهم مان جيو ٿيو آهي ، جيئن
لوڙيءَ ۾ ڏانگہ . انهي ڪاپنا ( ڦرلو ) کي اڌياس
Supor-imposition ٿو چئجي جو پرماتر آهي . انهيءَ
پرم کي اٿهوند و اهنڪار ٿو چئجي جو جنمن جو پڪو
ٿيل اڌياس وديا جي شڪتي سان لورت ٿئي ٿو
؛ موٽي شڌ اونڪار جو ٽي سروپ جيون جو ڏيون
ڏسيتو — جئن ديوان صورت بهار :-

پرم چو ر برهم ڪو ديکلو — وہ الله الـکہ ڏٺي رام روپ
برحق اِڪ هيءِ ڏام دو — وہ الله الـکہ ڏٺي رام روپ

اهڙيطرح جيو برهم جي پرتپهب کي مٽجي ؛
پاڇي جي ڏهيندہ ۽ جو ٽي سروپ آتما کي وساري
پاڻڪي الآتما ساڍا ٽي هٿ ديهہ هڏ ماس ، چم ، مل

مؤرتي مڃي ايمان ڪرڻ ۽ اهو نشچو الڳ کي
پڪو ٿي رهيو آهي، جنهنڪري پنهنجي واسطو
سروپ جو نشچو نٿو اڇيس ۽ سنتن ۽ مهاتمائن
جا وچن، جي چون ٿا تہ تون شڌ ڪيول
آتما جوتي سروپ آهين ۽ هڏ ماس چم جي
ديهہ نہ آهين جا مٿيا آهي جيئن نوڙي ۾
نانگ سي، هردي ۾ نٿو ڌاري. جهڙيطرح ننڍي ري
ٻالڪ کي پنهنجي ديهہ جي ٻوجهہ ڪانهي، ۽
سوکم جوت آهي. پوءِ جيئن وڏو ٿيندو ٿو وڃي
۽ مائٽ کيس سيکارين ٿا تہ چئہ تہ هيءَ هٿ
آهي، هيءَ پير آهي اتياد ڪ سڀني عضون جا نالا ۽
سڀني مائٽن جا نالا پڪا ڪرائين ٿا تڏهن درجي بہ
درجي ٻالڪ کي الڳ رين سميت ديهہ مڃيٿو. جيئن
جل مان برف جو ڳنڍبو. اهڙي ڪلپت ديهہ
جي ڪري ايمان ڪري ٿو تہ مان ٿو ڏسان، مان
ٿو ٻڌان، هيءَ منهنجي ديهہ آهي، هيءَ مان آهيان،
هيءَ جڳت آهي، هيءَ ڪٽنب آهي اتياد ڪ اڻهوند يون
ڪلپنائون ڪري ٻالڪي ٻنڌن ۾ وڃي، انيڪ
سنسار جا ڏک سهي ٿو. جنهن کو چوڻ ٿو:-

من من چه مي کُني کہ تو يک قطره مني
پا سنگ نهي لاف زني صد مني

معنيٰ - مان مان ڇو ٿو ڪرين، تون تہ هڪ ڦڙو
پيرج جو آهين. آهين پاءُ پٿر جو بہ ڪين پتاڪ
ٿو هڻين سؤ مڻن جي. مٿيان ڏيهہ جي اڻهوندي ايمان
ڪري ٻهرين جيو جي ٻاڪ اوستا ٿئي ٿي جنهن کي جاڳرت
وڪار آهن. اها جڳ، موڪ ۽ چنچل ويچار کان رهت
آهي. ٽنهي ڪالن ۾ جو ٻين اوستا، ٻاڪ اوستا کي
ڪرط ڪري جيو مستيءَ ۾ اچي ڪام جي وس ۾ ٿي
سدا پوڪ پدارٿن جي اڇا ڪري ٿو. اها اوستا بہ
ويچار کان رهت چنچل سڀاءَ واري آهي. جنهن
جيو مايا جي نشي ۾ مخمور رهي ٿو ۽ پرماتما جي ڳالهہ
نٿو مڃي. ٽنهي ڪالن ۾ ورتہ اوستا، جوانيءَ کي ڪائي
پڙري ٿئي ٿي، جنهن ۾ سوين وڪار ۽ روڳ آهن
۽ جنهن حالت ۾ محتاجيءَ ۾ رهڻو پوي ٿو ۽ ڪروڌ،
لوڀ، موهہ آدڪ وڪار وڌيڪ ٿين ٿا. جيئن
چوندا آهن :-

چون مرد پير مي شود — حرص جوان مي شود
معنيٰ - جڏهين ماڻهو پير مرد ٿئي ٿو. تڏهين حرص،

ڀوان ٿئي ٿو. اهڙيطرح جيو ٽن ديهن جو اڀماني
سنسار جا دک ڀوڳي ڀوڳي ڪال جو ٻڪر ٿئي
۽ جنم مرڻ جا دک سهي ٿو.

ديهه جا وڪار ورڻن ڪجن ٿا. ڄمڻ، هئڻ، گهٽجڻ
جڻ، ڪيڻ ٽيڻ ۽ ناس ۽ ٽي ڏاپ، آڌي، وياڌي
لڌي ۽ اتياد ڪ روڳ ديهه سان لڳل آهن.
تڏهين ٻه جيو مٿيا ديهه جي اهنڪار جي زور تي ۽
جتن لئو ڪري. جو جيو جو وڏو ويري ۽ دکن
ڪاڻ آهي. جي اُدم ڪري ته روڳن کان
آروڳي ٿي پوي. جيئن صاحب فرمائين ٿا:-

ڪنيئي تيري اهم روڳ -
گر پرساد ڪر راج يو ڪر

اوديا جي اهنڪار ڪري جيو ۾ اٿان
سداءِ پيا اٿن، جنهن ۾ مکيه اٺان آهن، Emotio
۽ دکن. جنهجو ٻروار آهي، ڪام، ڪروڌ، لوڀ،
، اهنڪار جي وڏا اٿان آهن ۽ ريس، ساڙو،
، ڀؤ اتياد ڪ ننڍا اُٿان آهن. جي جيو کي
ڪرڻ نٿا ڏين ۽ جنهجي وس ٿي جيو سداءِ

پيو جلي پڇي. ايترين مصيبتن هوندي به جيو ديهه جو مٿيا اهنڪار نٿو ڇڏي. جيئن سامي:-

ٻاڻ نه ٻلين ڇندري - تو کي جهُڪي ۾ جهيڙو
رهيو ڏهنجي راڄ ۾ - ويرين جو ويڙهو
ڪاڏو[1] مار ڪرن[2] کي - وٺ ڪميا جو ڪيڙو[3]
ڏڏهين ڏيٺي ميڙو - آسر عجيبن سان

انهن مصيبتن کانسواءِ ديهه تي ٻيون ڪيتريون دعوائون آهن جنڪان هيءُ جيو ڇٽي نٿو سگهي. زال ڇوي منهنجو مڙس آهي، پٽ ڇوي منهنجو ٻچو آهي، ٻيڻ ڇوي منهنجو ڀاءُ آهي، ڪال ڇوي منهنجو ڀڳر آهي. ايترن لاڳاپن هوندي به لاڳاپن لاهڻ جو آڌر نٿو ڪري. ٻر جي ادم ڪري سگهن جي سرن وٽي نه ڇٽي پوي. جيئن :-

محبت موج مستيءَ ۾ - ڪري سرڪهو ريائو
ولهن[4] آڙب[5] ڏسي ٿيٺي - الد رکا اوراوڙيائون
لاڳاپا لوڪ جا لاهي - لشاند[6] نيهن کوڙيائون

---

١- موچڙو ٢- ڳڏه ٣- هشيار ٤- تڙيءَ جي رنج
٥- اکين کان ويجهو ٦- جهنڊو

پورڻ گيانوان ڀڳتيءَ سان ڀرپور لوڪ جا
لاڳاپا لاهي، پنهنجو سچو سرير ارپڻ ڪري ڏيهه کان
ٻي دعوي ڇڏي، اڻهوندي non-existent ڏيهه ۾ رهي
وهنوار ڪريو، ۽ جسم جي قيد ۾ ڇٽو رهي. جڏهين
سنڌس سرير کي ڪشٽ اچيو، تڏهين سرير
کي سنڪلپ جو سرير مڃي سنڪلپ جي دوا
ڪريو. ڇاڪاڻ ته هنکي آتم سروپ جو نشچو آهي
۽ مٿيا ديهه جي هئڻ نه هئڻ ۾ جيئن جو تيئن آهي.
هو ڄاڻيو ته تن من ڌن جو مالڪ آتم ديو آهي،
جو پاڻ مالڪ مختيار آهي. پاڻ تن من سوڌو اُنهه
ڪم آهي، انهيءَ کي ڇڏجي اهنڪار جي پورڻ
نورتي، يعني ديهه جو آپاءُ. جيئن دادو:-

تن ڀي تيرا من ڀي تيرا تيرا پنڊ پراڻ
سڀ ڪجهه تيرا تون هئي ميرا يهه دادو ڪا گيان

پر جو گيانوان آتم گيان پائي ديهه جي قيد
۾ رهيو، ارٿات جڏهين سنڌس سرير کي روڳ
يا ڪا پيڙا ٿئي ٿي، تڏهين دل ۾ اڇا ڪريو ته
ڪنهن به طرح منهنجي ديهه بچي، يا ڪشٽ
نه سهڻ ڪري چوي ته منهنجي ديهه ڇٽي.

اهڙي گيانوان جو لاءِ لکيو سڀ اجايو آهي. اهو
پريم ۽ ڀڳتي کان هيٺ آهي. ڇاڪاڻ ته اُن گيانوان
جي ديهه جو آڌار ڏنو آهي، ديهه جي آڌار ڏيڻ جي
رمز نه سکيو آهي، اُن وقت به ڇو پڇو ته ”منهنجي
ديهه، ”منهنجي“ ديهه، مطلب ته الاجي ديهه جو
اهنڪار نورت نه ٿيو آهي تنهنڪري جنم مرڻ
جي چڪر کان ڇٽل نه چئبو، جيئن صاحب
فرمائين ٿا:-

هؤن وچ آئيا — هؤن وچ گئيا،
هؤن وچ جميا - هؤن وچ موئا،
هؤن وچ دتا - هؤن وچ لئيا،
هؤن وچ کٽيا — هؤن وچ گئيا،
هؤن سچيار ڪوڙيار - هؤن وچ پاپ پن ويچار،

هؤن وچ نرڪ سرگ اوتار، هؤن وچ هسئ-
هؤن وچ رووي، هؤن وچ ڀريئي — هؤن وچ
ڌووي، هؤن وچ مورک، هؤن وچ سياڻا، موکه
مڪت ڪي سار نه ڄاڻا، هؤن وچ مائيا هؤن وچ
ڇائيا — هؤمي ڪر ڪر جنت اپائيا، هؤمي ٻوجهيئي،

تان سوجهيئي – ڪٿان وهوڙا، ڪَٿ ڪٿِ اوجهيئي ۽
نانڪ حڪمي لکيئي ليکي – جيها ويکي تيها ويکي.

جنهن گياڻوان کي آتما (پرماتما) جو ساڪياتڪار ٿيو آهي ۽ پنهنجي اپياس ۽ بل سان اناتما (ديهه) جو ايمان نورت ٿيو آهي، جنهن آتم روپ سورج جي اُدي ٿيڻ ڪري ديهه روپ برف جو ڳنڍيو ڳاريو آهي، جو آتم روپ جوت کي ڏسي ديهه روپ پتنگ ساري پاڻ جوت تي ويو آهي، سو پورڻ برهم گياني ديهه جي اهنڪار کان رهت، نر اهنڪار پرش آهي. جيئن ”نانڪ نرنڪاري“. ڪيترائي اهنڪاري جيو جو ٿوري اپدا اچڻ تي لڏي وڃن جيئن هوا ۾ پن لڏي ۽ ڪيترائي نرنڪاري پرش اچل رهي پربت کي جوري چڙهي. جيئن سري ڪرشن ڀڳوان چيچڙي تي گووردن جبل کنيو آهي. مطلب ته نرنڪاري ٿيڻ ۾ وڏو بل پراپت ٿئي ٿو ۽ اهنڪار ۾ نربلتا ڏي ٿيئي. اهنڪاري ٿيڻ ۾ پيداڻ، موت ۽ شوڪ وڪارن سان ٿيئو پر نرنڪاري ٿيڻ ۾

مٿين وڪارن کان ڇٽي جيو سدائين نروڪار
نرآڪار رهندو.

اهو آهي ديهہ جو ادياس لوڙت ڪرڻ ۽ وجود جو وسارڻ، جو دڙه ابياس ڪانسواءِ ٿي نٿو سگهي. جيئن چئبو آهي تہ "ابياس جي جوءِ آهي." دڙه ابياس ڪرڻ سان اهو گيان ٿيندو تہ آتما ۽ اناتما، کيترگيہ ۽ کيتر، محبوب ۽ محبوب جو محلات، ٺاڪر ۽ داس هڪ وستو آهي ۽ نہ ٻہ، جيئن لوڙي ۽ ڏالڪہ هڪ وستو آهي نہ ٻہ. اهڙي گيان سان جڏهن گرنٿي ٽُٽي ٿي ۽ ديهہ جو ابمان لوڙت ٿيندو ۽ ابناسي پد پراپت ٿيندو. گيانوان ديهہ جي هٽڻ يا نہ هٽڻ ۾ هڪ رس هڪ جهڙو، جيئن جو تيئن ابناسي رهندو. جيئن دادو:-

سڀ جيو پراڻي ڀوت هيءُ - ساڌ ملي تب ديو
ٻرهم ملي تب ٻرهم هيءُ - دادو الکہ ابيو

## شش اهنڪار جا گڻ

شش اهنڪار ٽن قسمن جو آهي ١- سپ ۽ مان آهيان ۽ مان ئي پرماتما ادويت آهيان. موکان جدا ڪابہ وستو ڪانهي. ٢- مان سڀ

ڪان نيارو آهيان. وار جي سؤ حصي ڪان به سوکم
آهيان. اچيت چتن ماتر آهيان. جيئن روحل :-

هؤن هؤن سرب - سرب سون نيارا -
جيون جل پيتر ڌارا
ڪهي جن شاهه سٽ گر روحل -
سرب گهٽ درشن ڌارا

اهي پٽي اهنڪار قبول ڪجن جو اڻهڻ ڪرڻ
آهن جو مٿيا اهنڪار کي ناس ڪن ٿا. جيئن
صاحب فرمائين ٿا :-

هؤنمي ڏيرگهه روڳ هي - دارون ٻي اُس ماهه
ڪرپا ڪري جي آپڻي - تا گرڪا شبد ڪماهه

پوءِ اهي به تياڳ ڪجن، ته پوءِ نرباڻ پيا
شانت پد پراپت ٿئي ٿو. جيئن ڪاٺيءَ کي باهه
لڳي ٿي ته، نه ڪاٺي رهي ٿي ۽ نه باهه رهي ٿي،
باقي جيڪي بچي ٿو سو نرباڻ پد آهي. اهڙو
پورن پرش ادويت اڪال پرش کي سڃاڻي
پاڻ کي برهم نشچي ڪري ٿو ۽ درڍ اڀياس
دوارا پاڻ کي برهم نشچي ڪري جيو ماڻ
برهم ٿي وڃي ٿو. جيئن ويدن چيل آهي ته جو

"ٻرهم کي ڄاڻيندو سو ٻرهم آهي". جيئڻ دادو:-

جيو ٻرهم سيوا ڪري - ٻرهم برابر هوءِ
دادو ڄاڻي ٻرهم کون - ٻرهم سريکا هوءِ

جيو مان ٻرهم ٽيڙ ڪري صورت يا آڪار ڪوڙ ٽو ٽوري، سا ڳي صورت يا آڪار رهي ٿو، فقط ڀاونا يا نشچو بدلجي ٿو. اڳي اشڪ اهنڪار سان نشچي هوس ته منهنجو آڪار، منهنجي ديهه، منهنجون اندريون. هاڻي نشچي اٿس ته ديهه پنج ڀراڻ سڀ آتم ديو جا آهن. وچان خالي "مان" نڪري وڃي ٿو، ڇاڪاڻ ته اهنڪار ۾ سڀ آبرت آهي ۽ اهنڪار نورتيءَ ۾ ڀرمارت آهي. ڏهه ڪان ڇوٽيءَ تائين آتم ٻرهم آهي. جيئڻ دادو:-

سوئي ڀراڻ پنڊ[1] ڀڻ سوئي - سوئي لوهي[2] ماسا[3]
سوئي نڙيون[4] ناسڪا سوئي - سهجي ڪيئن تماسا
سوئي سنڌ پنڊ ڀڻ سوئي -
سوئي سڪر سوئي ڀيرا
سوئي هست پاڙو ڀڻ سوئي - سوئي ايڪ سريرا

---

١- سرير ٢- رت ٣- ماس ٤- سنڌا گوڏن آڱرين سڀني جا.

انهيءَ مان ظاهر آهي تہ اسان اهنڪار جي اپاءَ ڪرڻ ڪري، شڪ اوتڪار رهندو ۽ نہ ڪان وٺي ڇوٽيءَ تائين اهو ساڳيوئي آڪار رهندو. جيئن ٻوڙيءَ مان ناڳ جي ڀرم ٻورت ڪرڻ ڪري ساڳيوئي ٻوريءَ جو آڪار رهندو. جيئن ڪهڙي جي اپاو ڪري سون جو آڪار ساڳيو رهندو. جيئن چوندا آهن ”سر ڏيئي سر وٺ.“ ”انساني سر سبحاني آهي.“ جيئن :-

نڪر[1] سيئن ليڪر سکا[2] تلڪ - جتني عضوي ديہہ،
اوتڪار سڀ ٻرلڪيو[3] - ڪوءِ جاني اسنيہہ

هن مان ظاهر آهي تہ اڌري تيہ ديہہ جي اهنڪار جي قرباني ڪرڻ ڪري ڪس ڪار ٿي لڳي. هلڻون وڏي بخشش ٿئي ٿي. جو جڙ ۽ ناسوت ديہہ ڏيئي ابناسي چيتن سرير، جو نت پرڪاش روپ اچل آهي، تنهنجي پراپتي ٿئي ٿي. جنهن ڪوبہ خوف خطرو نٿو رهي ۽ نرڀئہ ديہہ ملي ٿي. جيئن دادو :-

---

١- نهہ ٢- چوٽي ٣- پريم

اس سر سوُن سانڍا[١] ڪيجي –
تب اپنا سي پد ليجي
تاڪا تب سر ثابت هووي –
جب دادو آپا کووي

مهاتما، درويش، اوتار ۽ نبي پنهنجي ذاتي يا ترڪُطِ مورت کي ساڳي صورت، امرڪايا يا اڪال مورت ڏسي بي خودي جي مستيءَ ۾ اچي، ”اناالحق“ (مان حق آهيان)؛ ”اهم برهم اسمي.“ جو گيت ڳائين ٿا، جيتوڻيڪ اهو شڌ اهنڪار آهي. پر ڀين درويشن لفظ ڇيني ڪٽي آهي ته، اهو اهنڪار ٻه ٽه گهر جي. چاڪاڻ ته سڀ خدائي آهي يا سڀ ڀاڻ آهي. پوءِ ڪنهن کي پٽائڻ جي ته مان الله يا برهم آهيان، اڻاڳهٽندائي آهي. تنهنڪري ڇڏي ويا آهن ته شڌ اهنڪار جو ٻه تيا ڳهر ڪجي. چاڪاڻ ته، اهو آواز جيئو جنت، ڀسون پکي، وڻ ٽڻ، استاور جنگم سڀ اونڪار شبد ازخود پيا اچارين يا اناالحق جو گيت پيا ڳائين. جيئن صاحب فرمائين ٿا:-

---

١- سوڌو

ٻن ڏڻن[1] ٻه ٻٽ ٻار ٻرهم - جنسي آگيا تنسا ڪرم.

اهڙيءَ طرح سڀ کي ڪرشن ڏسي سندس
مرلي جا سداءِ وچيٽي سا ٻڌي ٽرپٽ ٿيا ٿين ۽
سداءِ ٻڌي مگهن رهندا. جيئن شاهه صاحب :-

سيٽ ٻچار ٻرين جي سيٽ هوت حضور
ملڪ مڙيوئي منصور - ڪُهي ڪهندين ڪيترا

وچار ڪري ڏسجي ته شيش محل ۾
ويهي اونڪار جو شبد ڪجي ته سڀ سندس
روپ ٻي اختيار اهو شبد ڪندا. اهڙي گيان کي
ڊرهنڪار پد چئجي ٿو. جنهن ڊرهم گيائي سڀ برهم
ڏسي ٿو. جيئن صاحب فرمائين ٿا :-

ڪس ڪنهن ڪهه - سنُاوهه ڪس ڪنهن
ڪس سمجهاوه سمجهه رهي
ڪهه ٻڙهاوءِ هرڪٽ ٻوجهي -
ستگر شبد سنتو ڪر رهي

گيانوان ٻورن ٻگٽيءَ ۽ ٻورن ٻريم سان
رهو ر ٽي مٽيا اهنڪار ۽ شڏ اهنڪار ٻنهي جو تياڳ
ڪري، جد (مان جيو آهيان) ۽ بيحد (مان

---

١- ورط نٽ.

برهم آهيان) لنگهي نيست ۽ ڏابود ۾ اچي پنهنجي
هستي (اهنڪار) پرماتما جي هستي (اوڱڪار)
۾ گم ڪري سير ڪندا. جيئن ڪبير :-

حد ۾ رهي سو مانوي – بيحد رهي سو ساڌ
حد بيحد دو نو تجي – تنڪا مطا آگاه

---

حد ۾ بيٺو نہ پائيٺي – بيحد ۾ نہ پور
حد بيحد کي گم لکي – تا سون بيٺو حضور

گرمکہ انهيءَ رمز سان ديہہ جو اڌياس وڃائي
يعني پنهنجي ديہہ جو اهنڪار نورت ڪري، جيو
برهم جو ڀيد ڪڍي، ڀيڪ، ڀرم، ڀڃائي ۽ مٿيا ايمان
مٽي ميري ڪان رهت ٿي پرماتما جي هستيءَ جو
ثبوت (ساکہ) ڏين ٿا ۽ سندس هستي قائم ڪندا.
جنهنڪري انهنکي سو گم يا استول اهنڪار هرگز
نٿو ٿري، جو سڀکي پنهنجو آتما ڏسي خوش ٿين
ٿا ۽ پاط سڀني جا داس ۽ سڀني سندن داس ٿي
رهن ٿا. اهڙيطرح پرماتما جي هستيءَ جو سدائي درد
اپيامں ڪندا. جيئن ڪو عاشق چويٿو :-

عين هستي خود ڏوئي ٻسر، از تو چون منڪر شوم
حجت هستي تُست اين هستي انڪار مان

ناچيز هستي ڏون آهين، ٻوءِ ڪيئن انڪاري ٿيان. تنهنجيءَ هستيءَ جي حجت مان ڪالتو ۽ پنهنجي هستيءَ کان انڪاري آهيان.

ٻيو عاشق ٻہ ڏو چوي

نيستي هستي هيءَ يارو - اوُر هستي ڪجهہ نهين،
بي خودي مستي هيءَ يارو - اوُر مستي ڪجهہ نهين

اهڙن ڪي ٻہ رن درويش چئجي ٿو. جي پنهنجي ناهہ (نرهنڪار) ۾ "فنا في الله" (الله ۾ فنا ٿيڻ) تي الله جي هستي "بقا بالله" (الله ۾ سدا جيوت) ۾ موج ماڻين ٿا، ناهہ جي معنيٰ آهي پاڻ اصلي نہ ڄاڻڻ ۽ مرشد جي صورت ۾ گم ٿيڻ، جيئري مرڻ. اهڙا درويش ناهہ وارا ڪنهن ٻ سدا نريتہ راڄ ڪندا. جيئن دادو:-

دادو هتہ ڪوُن پتہ ڪهٽا ناهين ڪوُ ڪجهہ ناهہ
دادو ناهين هوءِ رهہ — اپڻي صاحب ماهہ

جي "اهم برهم" يا "انالحق" منصور ۽ شمس تبريز وانگر دم هڻن ٿا. سي آنهہ پد وارا

ڏهه ڪار ٻهه کان هيٺ آهن. يعني شڪ اهنڪار
اُنهنجو ڏورت ڏ ٿيو آهي. ارڏاٽ سر پد پراپت
ڏ ڪيو اٿن. آتمرگيان سر پد ڪالسواءِ نسقل آهي،
جيئن سائو وڻ ڦل ڪالسواءِ.

هڪڙو طالب مرشد ڪرڻ اڪٿو. جنهن
آدم ڪري مرشد هٿ ڪيو. مرشد سندس حب
ڏسي کيڻي نوازش ڪئي، جا نوازش هوُ جهلي
ڏ سگهيو. هڪڙي وقت مرشد وٽان اڪري مرشد
جي مولويءَ وٽان لنگهيو. مولويءَ کو ٻڪر
ڪٿو هو، مريد ان ڪٿل ٻڪر کي ڏسي مولويءَ
کي چيو "تو ڏمي دالي ڪِ ٻهمه او ست"؟ (تون
لٿو چاڙي ڏِ مڙيوئي اوهو آهي) تنهنتي مولوي
جواب ڏنس "ٻهنو ز تو خام ٻهستي" (اجان تون
ڪچو آهين) تنهنتي هنڪي جڏبو آيو؟ زور سان
چيائين "تو ڏمي دالي ٻهمه اِ ست" الجي ڏي ٻيري
چوڻ سان ڪٿل ٻڪر ٻاڪار ينذ و هليو ويو. مولويءَ
اها ڪرامت ڏسي ورِي ٻِ چيائينس "ٻهنو ز تو خام
ٻهستي." مولويءَ سچو قصو پنهنجي مرشد کي
وڃي ٻڌايو. تنهنتي مرشد مريد کي چتيو ؟

چپائيندس تہ تو اسانجي آبن جا ڪکہ اُگھاريا آھن
تنھنڪري تون ھتان ھليو وڃ. مريد لڄي ٿيو،
توبہ تائب ٿيو، چيائين تہ وري اھڙو ڪم نہ ڪندس.

اھو پيڪ آھي آنہہ ۽ ڏاھہ وارن جو. جيتوڻيڪ
منزل پنھنجي اوچي آھي ۽ نشچو بہ سائيو اٿن.
پر ڏاھہ وارا ھيٺائي وٺي ھلن ٿا، جنھنڪري ننڍنجو
جس ۽ سوڀيا آنہہ وارن کان وڌيڪ آھي يعني
گيانوان کان ڀڳتيءَ وارا وڌيڪ سوڀيا پائين ٿا.

گرمکہ کي واجب آھي تہ آتم ديو کي اھائي
ارداس ڪري تہ ستگر ناڪ ديو نرھنڪاريءَ جي
غريبيءَ جي پنجار مان مڪ رتي بخشش ڏئي يعني داسي
ڀاءُ پراپت ڏئي. جنھنڪري سدائين آتم ديو کي ڏسي
سڀ جي شيوا ڪريان. اھيءَ اوستا کي نرھنڪار
اوستا چئجي ٿو. اھڙي ڏاھہ وارو پرش مڪ ۽ پڻ
مان ۽ تون ۽ جيو ۽ برھم اتياد ڪلپنا کان
ڇٽي، پا ٽڪي جيئڻ جو نيئڻ ڏسي، برھمانند جو
رس وٺيتو ۽ سڀ سان ملي ۽ ساڳئي وقت
سڀ کان نيارو آڪاس وانگر رھي سدائين مزا
پيو ماڻي. آنند روپي خزانہ، ديہہ روپي ڏرتيءَ ۾

ٻو ريل آهي جنهن ۾ آهنڪار روپي ٽالڪر ويٺو آهي، جڏهين شبد روپي امرت سان هن کي مارجي ٿو ڏهين آهو خزانو پراپت ٿئي. چاڪاڻ ته آهنڪار ئي سنسار ٻرم جو ٻڄ آهي. ٻڄ ناس ٿيڻ ته مايا جو ٻرم ناس ٿئي ۽ آنند آچي جڏن شاه صاحب:-

آءُ کي اوري جهل - تہ تو کي رسي تو ڏاڍي

مطلب ته جڏهين آءُ يا آهنڪار وڃي تڏهين هڪ ئي پرماتما نظر ۾ اچي ۽ سنسار ڀاسڻ ۾ نہ آچي ۽ مان، تون جو ٻرم ڀي نورت ٿي وڃي. جڏن دادو:-

دادو مئي ناهين سب ايڪ هئي -
مئي آئي تب دوءِ
مئي تڏ پردا مٽ گئيا -
تب جيون هئي تيون هين دوءِ



اوم

## خط چوٿون

## جڳت ڇا آهي؟

جيئن جيو يا لوڪ جڳت پرتيت ڪندا، تيئن جڳت جو ورڻن ڪجيٿو. سنسڪرت ۾ ان کي ڏِرشُ (مايا) انگريزيءَ ۾ (The Great Illusion) چون ٿا. استاور جنگم سرشٽي، استول آڪارن نام روپ سان تنهجو سموه تنهنکي جڳت چئجي ٿو، جهڙي طرح سون جا گهڻا نام روپ آڪار سان سون جي گيان کانسواء يعني اڌشٽان (Sub-stratum) کان سواء درشٽ ۾ اچندا. تنهجي ڪنائيءَ کي جڳت چئجي ٿو، جهڙيطرح لهرون ڦوٽا نام روپ آڪارن سان جل جي گيان کانسواء ڏسڻ ۾ اچندا، تنهجي ڪنائيءَ کي جڳت چئجي ٿو، جهڙيطرح مٽيءَ باسڻن جو سموه، مٽيءَ جي گيان کانسواء ڀاسڻ ۾ اچيٿو، تنهنکي جڳت چئجي ٿو، تهڙي طرح جيو آتم جوت جي اگيان کان ڪلپي ٿو ته هيءُ منهنجو پٽ، هيءُ منهنجو پيءُ، هيءُ منهنجي استري

اتياد ڪ ڪاپيل سرشٽيءَ کي جڳت ست پرتيت ڪريٿو. جيئن ديوان صورت بهار:—

ڪهان باپ ڏنا ڪهان بيٽا ڏنا ڪهان سس
سهرا جيٺاڻي ديئي
ڪيسي عجب رسم الٽي هئي - ڦر ديکو فنا
۾ واڻي هئي

سيڪو پتلين جي نچائيندڙ کي نه ڏسي پتلين جو تماشو ست مڃي خوش ٿئي ٿو، اهڙي تماشي کي مايا يا جڳت چئجي ٿو، جهڙيطرح سئنيماشو ۾ ڪل هلائيندڙ کي نه ڏسي پاڇن جي راند (Shadow play) کي جڳت مڃجيٿو، تهڙيطرح هي جڳت جيئن سئنيماشو آهي، جيئن ڪانسواءِ مورتن جي راند (Photo-play) کي جڳت چئجي ٿو، جڳت کي ڪرشن ليلا يا شو جو ناچ به چئجي ٿو، يعني ڪرشن ليلا ڪرشن جي ڏسڻ ڪانسواءِ ۽ شو جو ناچ شو جي ڏسڻ ڪانسواءِ انهيءَ راند کي جڳت چئجي ٿو.

جيئن جو تيئن ڳالهه هن طرح آهي ته جڳت جي اتپتيءَ جو ڪارڻ آتمي ڪونه، جيئن مٽيءَ جي

ٻاسڻ جو ڪارڻ مٽي ۽ ڪنڀر آهي، تيئن جڳت
جو ڪارڻ ڪونهي، جيئن وڻ جو ڪارڻ ٻج
آهي تيئن جڳت جو ڪارڻ ڪونهي، ڇاڪاڻ ته
هي جڳت اڻهوند و ڀرم ماتر آهي، جو ڀاسڻ ۾ اچي
ٿو. ٻر واسٽو ۾ آهي ئي ڪونه، جيئن ڀت جو ٻاڙي،
جيئن آڪاس ۾ ٻيو چنڊ. جڳت من جو رچيل
آهي، جهڙيطرح ٻالڪ سڀاوڪ مٽيءَ مان لشڪر ٺاهي
اُتي هاٿي، گهوڙا، پيادا ۽ سوار اتيادڪ نالا رکي راند
ڪري ۽ ڊاهي ڊيو، تهڙيطرح من روپي ٻالڪ
سنڪلپ روپ سرشٽي رچي، اُتي ڏار ڏار نالا
ڏيئي سنڪلپ جي راند ڪري ۽ سنڪوچي ٿو
تنهنڪري سرشٽيءَ کي منوراج، سنڪلپ نگر،
سپن نگر چوڻ ۾ اچي ٿو، مورک جيو پنهنجي
ڪاپيل سرشٽيءَ کي ست پرتيت ڪري ڀاڻ ٿي
دک پائيندو. انهيءَ ڪري جڳت جو ڏاهو ٿي ساڪر
ياد ڪر جو سنسار ڇڏجي ٿو، جن پنهنجي پرماتما
کي ڄاتو آهي سي هن جڳت کي سپنو ڄاڻي، اهڙي
پڙهيان ننڍا ڏوڙن ۽ ڪاري چولتا، "آسو آ ڪاڻي
جڳ مڙ ٻوڙي سپنو" ۽ "جاڳو ري جاڳو سپنا هئي

سنسار"؛ "ڪلپت سڀ جڳ، سپن سمانا". پر جيو
اهڙا وچن پڙهي به جڳت کي ست پرتيت ڪري
ڏکي پائيندو. جهڙيطرح مورک هرڻ پٽ جي پاڻيءَ
کي ست ڄاڻي اُڃ لاهڻ لاءِ ڊوڙي ڊوڙي ٿڪجي
ڏکي پائيندو. جيئن سامي :-

سمجهي جو سنسار- مورک ڄاڻن ست سڀ
ڪايا مايا ڪُل سان - پرچي ڪن پيار
سامي ڏسن نه سمجهي - ساکي سرجڻهار
ناحق ٿين خوار- ٿا پُلي پاڻ ڀرم ۾

من جي سنسرڻي کي سنسار چئجي ٿو؛
چت جي چنچلتائيءَ کي جڳت چئجي ٿو؛ من
جي ڦرڻ کي جهان چئجي ٿو؛ من جي ڏوري
کي مايا چئجي ٿو. جهڙيطرح ڪو پرش ڦرندڙ
چڪر تان لهندو آهي ته سندس مٿو ڦرندو آهي
۽ مٿي جي ڦيريءَ ڪري سڀ پدارٿ پرٿويءَ
سميت ڦرندا ڏسندو آهي، تنهن ڦرندڙ پدارٿن کي
جڳت چئجي ٿو. جهڙيطرح بيڙيءَ ۾ هلندي ڪناري
جا وڻ هلندا ڏسڻ ۾ ايندا آهن؛ تن هلندڙن
وڻن کي جڳت چئجي ٿو. جي من جو سنڪلپ

بند ٿئي يا چت استر ٿئي ته جڳت پاسڻ ۾ نه اچي ۽
جي پيڙي جو هلڻ بند ٿئي ته ڪناري جا وڻ
جيون جو ٿيڻ بيٺل ڏسڻ ۾ اچن. ڏاڍو ڏکيو هي
آهي ته چت جي اچل ٿيڻ تي جڳت جو پرم لين
ٿي وڃي. جيئن ويچار مالا:-

من اڌميڪ[1] جڳت پيو – پن اڌميڪ نساءِ[2]
ڪيو جڳت ڪت سنڀوي[4] – من هين جهان ولاءِ[3]

من جي ڦرڻ کي بند ڪرڻ تي يا من جي
ورتيءَ کي اڌومڪ ڪرڻ تي يا چت جي ورتيءَ
کي آتما جي پاسي لڳائڻ ڪري جڳت جو پرم
لورت ٿئي ٿو. ڇاڪاڻ ته چت جي چرچ ڪري
جيو پيدا ٿين ٿا ۽ چت جي استر ٿيڻ ڪري جيو
لين ٿي وڃن ٿا. جهڙيطرح ننڊ جا ٻه سڀاوَ آهن،
سپنو ۽ سکوپت. سپني ۾ جڳت بڻجي ٿو ۽
سکوپت ۾ لين ٿي وڃي ٿو. تهڙيطرح جيو سپني ۾
جڳت جي ڪلپنا ڪري ٿو ۽ سکوپت ۾ ڪلپنا
بند ڪري ٿو. گرمک جو ٿي سروپ کي سڃاڻي
يعني موُل کي سڃاڻي، جڳت جو پرم لورت

---

١- ڦرنو ٢- ناس ٣- ٿيڻ ٤- لئه لين.

ڪري ساڳئي جڳت کي سرو برهم ڏسندو ۽ سمجهندو
اويچار ڪري مول کي نه ڇڏي، نانا پرڪارن جو
جڳت برهم ڏسي دک پائي ٿو. جيئن دادو:-

پورن برهم بچار بنا - تب سڪل آتما ايڪ
ڪايا ڪي گڻ ديکيءَ - نانا ورڻ انيڪ

جڳت آهي من، من آهي جڳت ۽ جڳت
آهي ديهه (آڪار)، ديهه آهي جڳت ۽ من آهي
ديهه، ديهه آهي من ۽ يعني من، جڳت، ديهه ٽيئي
ڀرم ماتر آهن. من جيترو آهي ته جڳت به جيترو
آهي، من امن آهي يعني من مري ٿو ته جڳت
جو به اڀاءُ آهي، جيئن سپني جي سرشٽي جاڳڻ
کي نٿي رهي، تيئن آتما ۾ جاڳڻ ڪري جڳت
جو اڀاءُ آهي، جيئن سپني جو پربت جاڳڻ تي رتي
تور به نه آهي.

ساڳيوئي من پنهنجي جوتي سروپ آتم
ديو کي نه سڃاڻڻ ڪري، دشٽ نيچ تي نيچ
آهي ۽ ساڳيوئي من آتم ديو کي سڃاڻڻ ڪري
سريشٽ ۽ اوچ ٿي آهي، من ئي اگيان
ڪري ڪوڙي پاتشاهيءَ ۾ مزور آهي ۽ آتم گيان
ڪري سچي پاتشاهيءَ جو مالڪ آهي. جيئن سندر:-

تو سو نه ڪپوت ڪوئو - ڪٿهون نه ڏيکيٽ ؛
تو سو نه سپوت ڪوئو - ڏيکيٽ اوُر هئي ؛
تو تهين آپ ٻولي مها لڇڇ ڏوُن تي لڇڇ هوء ؛
تو تهين آپ جاڳي تڏهن سڪل سرمور هئي ؛
تو تهين ٻرمي ڏب جڳت ٻرمت ڏيکي ؛
تيري استت ٻڌي سب ڏور هين ڪو ڏور ڪئي ؛
تو تهين جيو روپ تو تهين برهم آڪاش وَت ؛
سدر ڪهت من تيري سب ڏوُر هئي

جڳت جو ٻرم ڪيئن اڏيو آهي ؟ ڪيئن لوُرت ٿئي ، تڏهن جو ڏرڻُ ڏيٺ ڪڄيٿو .

ٻرماتما شڌ چِت ماتر جوتي سروپ جو سياءُ آهي چرچ ڪرڻ ، جهنڪري مٿس ٻالو چيتن پيو آهي ، جيتن ٻاهر جو سياو آهي چٽڪارون ڪيڻ ، سمنڊ جو سياو آهي لهرين ٿوتا ڪرڻ . اهڙي سياءَ ۾ ٻاڻ جيوَن جو ڏيوُن چيتن آهي . جيتن ٻاهر چٽڪارون ڪيڻ تي ٻه ٻاهر آهي ۽ نه ڪيڻ تي ٻه ٻاهر آهي ؛ جل لهرين ٿوتن هٿڻ سان ٻه جل آهي ۽ نه هٿڻ سان ٻه جل آهي .

جو ٻرش جاڳرت سرشٽي ۽ سپن سرشٽي

۾ ھيڪ رکيو سو اگياني آھي، سو جاڳرت سرشٽيءَ کي ست ڄاڻيندو ۽ سپن سرشٽيءَ کي مٿيا ڄاڻيندو ۽ ويچار نه ڪري ته سپن سرشٽي سپن وقت ست ڏسيندو، ۽ اوچار سان مٿيا نه ڏسي. پر گياڻوان ٻنهي ۾ ڏري ماتر ٻه ھيڪ نه رکي، ٻنهي کي مٿيا سمجهو ڄاڻيندو. ٻنهي کي ٻہ جارا ڏاٽر ڪري ڏسيندو، تنهنڪري انهن چئجي ته اگيانيءَ لاءِ سدا رات آھي جو سمجهي ۾ سپنا ھيو لھي (جڳت ھيو ڏسي) ۽ گياڻوان لاءِ سدا ڏينهن آھي، جو ھو سپنا نه لھي (پرماتما کي ٿو ڏسي). مطلب ته آگياني سدا ننڊ ۾ آھي ۽ گياني سدا جاڳيل آھي. جيئن دادو:-

جاڳت سوتي سووت سوتي - جب لگ رام نه جانا<br>
جاڳت جاڳي سووت جاڳي - جب رام نام من مانا

جڳت کي مايا به چئجي ٿو، سنسڪرت ۾ مايا (ما = ن. آيہ = آھو) يعني نہ ٻرهم، (Not-Self or Not-Being) انا تما (No-God) تنهنڪري اُن کي مٿيا چئجي ٿو جيئن صاحب فرمائين ٿا:-

ڪوڙ راڄا ڪوڙ پرڄا ڪوڙ سڀ سنسار
ڪوڙ منڊپ ڪوڙ ماڙي ڪوڙ ٻسٽهار
ڪوڙ سُندا ڪوڙ روپا ڪوڙ پڙيندهار
ڪوڙ ڪائنا ڪوڙ ڪپڙ ڪوڙ روپ اپار
ڪوڙ ميان ڪوڙ ٻيهي ڪپ هووي ڪار
ڪوڙ ڪوڙي نيهن لڳا وسريا ڪرتار
ڪس نال ڪيجي دوستي سڀ ڪهر جهلڻهار
ڪوڙ ميٺا ڪوڙ ماکيئو ڪوڙ ڏوبي ٻور
نانڪ وکاڻي ٻيدتي تڏ ٻاجهه ڪوڙون ڪوڙ

اڄرج اهو آهي جو مٿيا وهنوار، سڀني
واڌڪر اُتپت ٿيل سٽ ٻاسطِ ۾ اچيٿو، پر ويچار
سان آهيٺي ڪوڙ ڪو. اها سنڪلپ جي ڪيڏ
آهي، جنهنڪري سنتن انهيءَ کيڏ کي طلسمبازي،
مڪار بازي Jugglery, Mockery ڏيا لا ڏنا
آهن. جيئن :-

طلسم بازي چٽ ۾ چيٽن نانا روپ رنڱو
رنڱ، موهن ۾ تجهه تي کيل پسارا پار

جا وستو جيئڻ جو ٿيئڻ آهي سا اُتپت ٿي نٿي سگهي، جا وستو ست نہ آهي تنهنکي سيڪو ڏسي پيو. جا وستو ست آهي تنهنکي ڪوبہ ڪو نہ ٿو ڏسي، مطلب تہ جا وستو اُپجيئي نٿي سا ادرشٽ آهي. تنهنکي ڪوبہ ڪو نہ ٿو ڏسي ۽ جا مٿيا آڪارن سان اُپجي ٿي تنهنکي سيڪو ڏسي پرسن پيو ٿئي، جئن سورج جي ڪرڻائن جي اکيان ڪان موکہ هرڻ کي پٽ جو پاڻي ست ڀاسي ٿو. جيئن دادو:-

جو ناهين سو اُوپجي - هئي سو اوپجي ناهہ
السکہ آد اناد هئي - اوپجي مايا ماهہ

گياڻوان ٻرهم درشٽي سان ڏسي نشچي ڪري چوندا تہ جڳت ٽيئي ڪال ڪوبہ، بہ ٿيو هو، نہ ڪي ٿيو آهي، نہ ڪي ٿيندو. جيڪڏهين ڪو چوي تہ مون سورج جي ترورن جي مالها يا آڪاس جي گلن جو هار سنڌ جي ٻار جي ڳچيءَ ۾ ڏٺو تہ اعتبار اچي؟ هرگز نہ. مطلب تہ جڳت سنڌ جو ٻار، سهي جا سنگہ، پيو چند آهي. يعني جڳت ٿيو ئي ڪونهي. جيئن ويچار مالا:-

رَوِ ڪي رَشِمَ سميت ڪي - ڪري ڪنت
رُچِ مال

ڀري ٻنڌيا ڪي سوَن - سو ڀيا ٻني وسال
سورج جون ڪرڻائون ڪڍ ڪري تنهنجي مالها
ٻوڏي پاڻي سنڌ جي ٻٽ تنهنجي سوڀيا سنڌر ٿي.

عام ڀاڪو ٻه آهي ”جهان ۾ رکو ڪوڙ ٻيو ڪُٺجي، جيئن دائي ٻار کي ڪوڙيون آکاڻيون ٻڌائيندي آهي ۽ ٻار اعتبار ڪري ٻرسن ٿيندو آهي. تيئن مايا روپ دائي جيو روپ ٻالڪ کي، زماني جون ڪوڙيون ڳالهيون ٻڌائيندي، ۽ هُو ٻرسن ٿي، مايا تي موهت ٿي، اُن پٺيان ڊوڙي ڏکِ پائيندو. اُن جي اکين تي اڄڻِ آئڪ چڙهي وڃي ٿو، جو ستِ وستو ڏسي نٿو سگهي. جيئن اُلُو (Owl) پکي سورج کي ڏسي نٿو سگهي. مطلب تہ اُنجون اکيون جگت جا آڪار ڏسي رهيون آهن. جڏهين ستگرو ڪرپا ڪري جيو کي پوتر درشٽيءَ جي بخشش ڪري، تڏهين اُنجون اکيون نرمل درشٽيءَ سان ساکشي جگت کي برهم سروپ ڏسي برهمانند جو

رس وٺيئو، ۽ جتي ڪٿي، جيڏانهن ڪيڏانهن
سدا ء پرماتما کي ڏسيئو. جيٺن صاحب فرمائين ٿا:-

آءِ وڻ ٽڻ سڀ ۾ پيارا - آءِ ڪرمڪ جا پٽ
آءِ ڏيرت ٺلهرا پيارا - آپ ڏريٽڙ پرپ آءِ

واسديو سرؤم (مڙيو ئي اوهو آهي) اهڙي
طرح سنت، مهاتما، درويش، فقير، ڏن سڀني
جو هڪ ئي سخن "سرؤ برهم" يا "همه اوست"
آهي، جنهنکي ادويت برهم چئجي ٿو.

حرف هڪو همه اوست جو[1] - پيا سڀ خام خيال
خود ئي مونکي خراب ڪيو - ابتر[2] ٿيو احوال
بيدل ناٺر الله جي - پنهنجو بخش وصال
رهبر ٿئي ڏون راه ۾ - بيڪس کي بر حال[3]

جيٺن سچل:- آهي صاحب صورت ساري -
ڪول اکيان ويکو تماشا
آءِ جاءِ آءِ شرڻائي - آءِ هو دهلاري
عبرت ويکو يار سهڻي دي - ميرا مُحب مڪاري.

---

١- مڙيوئي اهو آهي. ٢- ابتر يا خراب. ٣- بحال.

آيو ڏاڪر[1] نٽ - ٻيڪهہ ڏري بازار ۾
ٻاپڙ چڙهي ٻيائي ري - ڪيڏي ويڙهو هٺ
ٻاڻ واپاري وڻج ٿيو - ٻاڻ ترازي وٽ
رعيت راجا ٻاڻ[2] ٿيو - ڪاٿر سوُر سهت
ٻاڻ ڪنبهر آوي ڀنيو - چڪ مٿي[3] گهٽ مٽ
ٻاڻ ڦوُل قل پتر - ٻاڻ ڏار ٻيج ٻيٽ
الک ر ٻاهر دهه دسا - کيلي کپٽ پرکهٽ
ٻرهي[5] کوليو پٽ - ٻاڻ لکائي پاڙکي (پيامي)

اهڙا وچن کهڻائي عاشقن ۽ سنتن جا آهن، جتي بہ تي مثال لاءِ ڏنا ويا آهن ۽ خط جي لنبائي کري مڪ وچن صوفيءَ جو ڏيئي بس ٿو ڪجي.

ڪِٿ ڀرم ڌارائڻ ترلڇن هيءَ - ڪِٿ رام ڪشتا لڇمن هيءَ
ڪِٿ ويد وياس ٻرهمڻ هيءَ - ڪِٿ راکس ٿي اوتار ڏنم

١- بازيگر. ٢- سورمو. ٣- نهائين. ٤- ٻڙ جو ٻج. ٥- پردو.

ڏاڍيرو اھو آھي تہ جڏھين ٻرم درشٽي دور
ٿئي ٿي، تڏھين برھم درشٽي ويجھو ٿئي ٿي.
ٻرم درشٽيءَ سان منيرام جو ناسوت، الک ڏٺل جو
ڪوڙو راڄ درشٽ ۽ اڇيٽو ۽ برھم درشٽيءَ سان
آتم رام جو ابناسي، اچل، سچو راڄ پراپت ٿئي ٿو،
جيئن رو داس :-

دائم قائم سدا باد شاھي - دو ملہ سوم[١] ايڪ[٢] سو آھي

الھيءَ سچہ کنڊ ۽ ٻيائي تيائي (ناسوت) کا
نہ آھي، جوڙي جو کيل ۽ ترڪٽي مايا کان آھي،
ڏون مان، خوف خطرو، ويرو روڌ، جنم مرڻ
اتياد ڪ جوري جو کيل ڪوٺھي؛ آتپتي، استٿي ۽
پرلئہ؛ ڪرتا، ڪرم ۽ ڪريا؛ درشٽا درشن ۽ درشيہ
اتياد ڪ ترڪٽيءَ جو پسارو ڪوٺھي، جتي جاگرت،
سپن، سکوپت ۽ تريا؛ ناسوت، ملڪوت، جبروت ۽
لاھوت؛ اکار، اُکار، مکار ۽ اڌ ماترا اتياد ڪ
چئن او ستائن جو کيل ڪوٺھي، جتي آڪاس،
وايو، اگني، جل ۽ ڌرتي؛ شبد، سپرس، روپ،

---

١- ٻہ. ٢- ٽي. ايڪ سو آھي = ھڪ سو آھي.

رس، گند، ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهه، اهنڪار، پنجئي (پنج) ڪرت جو پسارو ڪوٺجي.

هن خط ۾ پهريائين ورتل ڪيل آهي ته جڳت بلڪل آهيئي ڪونه، اسٿاور، جنگم سرشٽيءَ جي اتپتي ڪارڻ ٿي آهي. پوءِ ورتل ٿيو آهي ساڳي اسٿاور جنگم سرشٽي سرو برهم آهي يعني سرو پاڻ پرماتما آهي. تنهنمان پرسڌ آهي، ته جڳت ۽ برهم هڪ ساڳي وستو آهي، نالا ٻه اٿس. جيئن ميوا رام عرف (Alias) صديق يا جيئن ڏاڙهون ۾ انار، انگور ۾ ڊاک، فقط درشٽيءَ جو ڀيد آهي ڀيد درشٽيءَ وارو (اسمڪ درشي) ٻاهريون يا ڪارو پاسو ڏسي جڳت پرتيت ڪري ٿو ۽ ابيد درشٽيءَ وارو اندريون يا اڇو پاسو ڏسي برهم نشچي ڪري ٿو. مطلب آهي ته پهريون ساڳي وست ڌار ڌار، ٽڪر ٽڪر ڏسي ٿو ۽ ٻيون ساڳي وست ۾ سڀئي گڏيل جوڙ جڪ ڏسي ٿو، يعني هڪ ڀاڱا ڀاڱا (Parts) ڏسي ٿو ۽ ٻيو جدا جدا ٽڪر گڏي هڪ سڄو (Whole) ڏسي ٿو. جنهن طرح ڀيد درشٽيءَ وارو ڌار ڌار مٽڪا ڏسي ٿو ۽ ابيد درشٽيءَ وارو ڌاڳي

۽ مٽڪن جي پوتل مالها گڏيل جوڙجڪ ڏسندو ۽
ايڪ درشٽيءَ وارو آن جو سنڪر تنهنجا ڪٽا
سنڪر مان نڪتل ڌار ڌار ڏسندو ۽ انيڪ درشٽيءَ
وارو ڌرتي ۾ پوکيل ٻج سميت سنڪر گڏيل
ڏسندو؛ ايڪ درشٽيءَ وارو ٻٽ جي مورتن کي
ڌار ڌار ڏسندو ۽ انيڪ درشٽيءَ وارو مورتن
سميت هڪ ڳنڍيل ٻٽ ڏسندو. تهڙي طرح
اڪيائي جڳت جا آڪار ڌار ڌار ڏسندو ۽ ڪيائوان
اڌشٽان تي رچيل آڪار هڪ اڌشٽان ڪري
ڏسندو. انگريزيءَ ۾ جڳت کي يونيورس
Universe=one vast unity=one living organism
ڇڏجي ٿو، جنهنجي اصل معنيٰ آهي گهڙن کي
گڏي هڪ ڪرڻ، هڪ ويراٽ هيڪڙائي ۾ هڪ
چيتن جوڙجڪ، سمدرسي اهو ايڪ (اسرار) لهي
انيڪ ۾ برهم پد پراپت ڪري جڳت جي ڀرم ڀيڪ
ڪان ڇٽي، سدا مڪت ٿي رهندو، جيئن
صاحب فرمائين ٿا.

سمدرشي هو ۽ ٻرپ ڪون ٻاڙي
جاڪو ڀرم ڀيڪ نهين آوي

ڪو سوال پڇي تہ اھا سچي پاتشاھي جنھن
۾ ڀلائي ڪاھي، سڀ ھڪ ڪھڙ آتما آھي، جاتي ڀيد
ڪو لھي سا ڪٿي آھي؟ تنھنجو جواب ھيءُ آھي
تہ نہ اوري آھي نہ پري آھي، سڀ ڪنھن جي
ھردي ۾ اسٿت آھي. پر جيو اھڙي بادشاھي
وساري ڀرم ڪري پاڻ کي مٿيا بادشاھيءَ ۾ سوکم
مان استول، نر آڪار مان آڪار، برھم مان جيو
بڻجي دک پائيندو. اھي مٿيا بادشاھيءَ کي "دنيا
فاني" "فنا خانہ" "غم خانہ" چون ٿا. جنھن ۾
جيو پنھنجي، ٽڪجي، ستگرن جي
شرط وٺيندو. ستگرو ڪرپا ڪري سندس ھردي
۾ وسريل بادشاھي ڏيکاريندس تہ جا اڳئي سنہ
سڌ موجود آھي. جيئن ھڪ ڀڳوان جو سنت چوي ٿو
"Know thyself the Kingdom of God is within
ye" پاڻ سڃاڻو خدا جي بادشاھي توھان ۾ آھي.
اھڙيطرح سا ڳولي ڳرھڪ جيو پاڻ سڃاڻي، پنھنجي
ھردي آڪاس ۾ سچي بادشاھي موٽي ھٿ ڪري،
سڀ کي آتم روپ ڏسي، سدائين نرڀئہ ٿي موج
ماڻيندو. جيئن دادو:-

سڀ آتم جاڳي ري - اپڻا پيڻ پڇاڻي ري
پهه ڏاڍو پاڻي ري

اهڙيءَ پوتر درشٽيءَ سان سچي پاتشاهي جو
سڃير ڪري ڪوڙيءَ پاتشاهيءَ جا ارمان ڪاڻي
حيرت ۾ اچي خبر ڏيئو. جيئن سچل:-

اهو اگر ارمان - ڇا منجهان هت ڇا ٿي آيس
ڇاڪر ڏيس ڏ ڇاڳا ڇاڪون - ناتهوس نحي سلطان
هوس ڏاڏا ديس آهيءَ ۾ - هت ڏان ڏيس ڏادان
اصاؤن ساط وڻي هت آيس - سورن جو سامان
هڪ ڪبر ڪون ٿي پي ڪبر آيس - مصحف آيس مهمان
سچوُ ڪي ڪيو ساعت ساعت - حيرت هن حيران

اهڙيءَ سچيءَ بادشاهيءَ ۾ ڪيول هيڪڙائي
(Simple unity) آهي. ٻيائي، ٽيائي، ڏلت ڪان
رهت هڪ ئي نرلجڻ ديو جو سروَ آهي سو رهيئو.
دوئيءَ کي دخل ڪونهي. سڀ سندر، ئي وستار
آهي. جيئن سورج ۽ سورج جون ڪرڻون
وستار ڏيل هڪ ئي آهي، تيئن سروئي هڪ ئي
پرماتما آهي. (A being single, infinite, beyond
which there is no being). اهڙيءَ ديس ۾ ڪرمڪ

نرنجن ديو سان اپنشدن ۾ برهمانند ۾ ٻوڙن رهيو.
جيئن دادو :-

نرنجن نرآڪار هئي - اونڪار آڪار
دادو سڀ رنگ روپ سڀ - سڀ ورن سڀ وستار

جيو ڪيئن اهڙي سوکم ديس مان نڪري، استول ديس ۾ اچي، پاڻ کي استول سمجهي رهيو آهي، تنهن بابت ڪجهه ورڻن ڪجي ٿو. ٻهريائين سوکم سرير سان اچيئو. جيئن ننڍي رو ٻار استول آڪار جي پرتيت کان رهت، سوکم نرآڪار آهي، ۽ ٻر استول وارن جي صحبت ۾ اچي، پاڻ کي ديهه الڌ رين وارو ڏسي، هڪ ڪريئو تہ مان ديهه الڌ رين وارو استول سرير هڏ ماس چم وارو آهيان- اهڙيطرح انسان سوکم سرير وسري ۽ جيئو ۽ جل مان برف جو ٺهڻ ۽ ٿي جل کي وساريئو. ڳالهه جيون جو ٿيڻ هن طرح آهي. برهم سوکم ٿي سوکم نرآڪار پنهنجو تماشو پاڻ پاڻ کي ڏسڻ لاءِ هڪ نرآڪار نوري دل جو آئينہ پاڻ ۾ استاپن ڪيو، جنهن هر وقت ڏسڻ سان پرتبنب پو يئو. جيئن ٻکي آکيري مان نڪري آڪاس ۾ اڏامي ٿو تہ

سڌمس ٻاھو ڏرتيءَ تي پوي ٿو. اھڙيطرح چيتن
پرش آرسيءَ ۾ اھڙي سڌر آڪار کي ڏسي خوش
ٿيو، جيئن سيڪو ٻالڪي آرسي ۾ ڏسي خوش
ٿيندو آھي. چيتن پرش سڌر آڪار ڏارڻ سان
وري ٻہ سا ڳيوئي سڌر نرآڪار رھيو، پرنامي
نہ ٿيو يعني سا ڳيوئي رھيو. جيئن سامي:-

سامي سڀ ديدار – آئيني عجيبن جو
ڏسي ڀُندي ٻاڻ ٿو – ٻولي ٻولڻھار
نرآڪار آڪار – ڌاري آيو جڳ ۾

جيئن سري ڪرشن ڀڳوان ارجن کي ٿو
چوي ”مان ادرشت (نرآڪار)، مان درشت
(آڪار) ۾ آيو آھيان تہ مان ٻي طرح يا ٻيو نہ ٿيو
آھيان. ماڻھو موڪي آڪار وارو ماڻھو سمجھي
منھنجي ڀڳتي نہ ٿا ڪن سي ڪرم ھيڻ ۽ گيان
ھيڻ آھن.“ جيئن صاحب فرمائين ٿا:-

تون ٻي الت ايڪت اگوچر- اھ سڀ تيرا آڪار
ڪيا ھم جنت ڪرھ چترائي- جا سڀ ڪجھ
تجھہ منجھار

ڪيئن سوڪم مان استول ٿي ڏيکارڻ سان

ٻه سوکم آهي، تنهنجا هيٺ مثال ڏجن ٿا.

١- ٻليکڙ يا ڪاڪرا جا جيوَ را اهڙا سوکم ۽ ادرشٽ آهن، جو هنن اکين سان ڏسي نٿا سگهجن. پر عڪس شيشي Magnifying glass سان آڪار وارا ڏسڻ ۾ اچن ٿا. حقيقت ڪري وڏن ڪونه ٿا، جيئن جو تيئن سوکم رهندا، شيشي جي ڪري وڏيل ڏسڻ ۾ اچن ٿا. تيئن برهم دل جي آيئه ۾ سوکم مان استول ٿي ڏسڻ ۾ اچيٿو. جيئن سري ڪرشن ڀڳوان ادرشٽ مان درشٽ آڪار سان پڌرو ٿيو. اِهي ڪري الاجا ٻه آڪار ڏڻ چئجا ساڳيوئي سوکم آهي. جيئن صاحب فرمائين ٿا:-

جب ديکهه تب سب ڪڇهه مول
ڏاڪ سو سوکم سوئي استول

---

ٻيڊ پُران سمرت ٻُوجهه مول. سوکم مهه جانيئه استول

٢- جيئن ٻڙ سکو ٻٽ ۾ سوکم ڏڻ آڪار آهي. جڏهين جا گِرت ۾ اچيٿو. تڏهين آڪار سان پاڻکي ڏسيٿو ۽ ٿري ٿيو. يعني جيئن جو تيئن رهيٿو، جيئن سامي:-

مان آهيان اهو ئي - جا ڳرت سچن سکو ۽ ت ۾
پرهمڻ کتري ويش شودر - ٿو سامهي سڌي ڪوئي
ڪڏهين مٿيس ڪينڪي - ڏنم ڪاهي ۽ روئي
لاڪر ڪتا[1] لوئي - آچن[2] ڊ الپمر[3] اُن ري

٣- جيمن ريز جي ٿوڪڻي ڪهڙي ڊ،
سوڪم آهي. ٿوڪ ڏيڙ سان ڪيڏو آڪار ڏاري
ٿي. ٿوڪ بند ٿيڙ ٿي وري اهڙي سوڪم ٿي پوي ٿي.
تيمن چت جي ڦرني ڪري يڪدم ديهر
يا جڳت وسار سان پاسي اچي ٿو ۽ چت جي ڦرني
بند ٿيڙ ٿي وري ساڳيو سوڪم رهي ٿو. مطلب
ته چت جي چرچ ڪري جيو آهي ۽ چت جي استر
ٿيڙ ٿي ايشور آهي. اهڙي طرح پرماتما ڊ لچن
ڊ آڪار شبد سان انيڪ روپن رنگن وارو جڳت
ٿي پاسڙ ۾ اچي ٿو. پر واستو ۾ هڪ ئي هڪ آهي.
ڏاتپرير آهي ته ڊ آڪار ۽ ساڪار ۾ پيڪ ڪونهي
ساڳئي وقت ڊ آڪار ساڪار آهي. جيمن سون
ڊ آڪار، گهڙو ساڪار هڪ ئي ساڳي وستو سون
آهي. جيمن صاحب فرمائين ٿا :-

---

١- لوئي جو قسم. ٢- آنچر. ٣- پشم.

سرڳن ڌرڳن ڌرڪار ـ سن سماڌي آپ
آهن ڪيتا ڌاڪا ـ آپهين ڦر جاپ

آدي پرش پرماتما سڀ ڪنهنجي هردي ۾ استت رهي، ڪن ڪن ۾ سداهه اُتپت ۽ پرلئه ڪري پنهنجو تماشو پيو ڏسي ، يعني اهو ڪاريگر ڪنهن چشم بنديءَ سان اچرج مان چرچ ڪري جڳت جا آڪار ڪلپي، پاڻ به انهن آڪار ڌاري بازيگر ۾ الڪر پاڻ لڪائي، کيل ڪري پيو آنند وٺي جيئن سامي :-

آيو جاڻي آهه ـ بيڪر ڌري بازار ۾
پاڻ لڪائي پاڻ ـ کيلي ڌاڌا ڀاءِ
ڪر و شيوڪ پاڻ تي ـ اونئه لونئه الـکر لڪاءِ
سامي سڀڪهه سياهه ـ راند رچائي خوش ٿي

اهـا رمز ڪنهن طلسم (Trick) سان سوڪم مان استول ٿي ڏيکارڻ جي ۽ جيئن جو تيئن رهڻ جي ڪنهن وڏي گرمکي کي گرؤ جي ڪرپا سان هٿ اچي ٿي . جنهنکي گر منتر Formula پراپت ٿيو آهي، جنهنسان اکر چتپ ۾ راند ويڙهي ۽ پسڙي ۽ سمائي ۽ وڌائـي سوئي انهيءَ راز کي چاڙي چپ ڪري وهيٺو ، انهيءَ منتر کي انگريزيءَ ۾

The Law of contraction and expansion; inten- جيئن اهو قاعدو ساديءَ چڱيءَ sion and extension.

طرح سمجهو آهي سو جڳت جي ڪوڙيءَ ٻادشاهيءَ
کي مٿيا لکائي ڪري، سچيءَ ٻادشاهيءَ جو
آزموده وٺي ۽ استت ٿي جيئن جو تيئن جو ٿي
سروپ سان ايڪ ٿي وڃيٿو. مطلب ته ڪوڙ ۽
سچ جي پرکه لاءِ چوڻو "برهم ست جڳت مٿيا"
ته جڳت ڏيو آهي تنهنجي ڳالهه سيڪو ڪري
پيو، پر جو ست ٿي ست آهي، جنهن ۾ مٿيا
ڪلپنا جڳت جي موڙ ته ٿي آهي تنهنجي ڳالهه
ڪو به ڪو نه ٿو ڪري، ڇاڪاڻ ته اهو اوا چ پد
آهي. آکه ڪهاڻي آهي، جا برهم گياني برهم
گياني سان وروڌ ۽ واد ر لاءِ ڪريٿو. عام ماڻهن
سان ٿو ڪري، ڇاڪاڻ ته اُنهنکي سمجهڻ لاءِ دل
۽ دماغ ڪونهي، تنهن ڪري ٿي مات ۾ رهن ٿا.

داد و جي ڏاهين سو سيڪو ڪهي - هيءَ سو ڪهي
نه ڪوءِ

ڪو ٿا ڪرا پريڪٽي - تب جيئن ڳا تيئن هين دوءِ



اوم

خط پنجون

## برهم ڇا آهي ؟

اڳيئن خط ۾ ورنن ڪيل آهي ته جڳت
مٿيا پٽ جو ڀاڱي آهي يعني آهيڻي ڪوڙ.
جيئن نوڙيءَ ۾ نانگ آهيڻي ڪوڙ، باقي ڪيول
برهم ( آتما ) ست آهي. جيئن نوڙي نانگ ۾
لست پرمماتر آهي، اصل آهيڻي ڪوڙ، برهم
جنهنکي پار برهم يا پر برهم چئجي ٿو ۽ جنهنکي
انگريزيءَ ۾ The Absolute چئجي ٿو، سو سوکم
تي سوکم ۽ وار جي سوين حصي کان به سوکم،
تنهنکي سنتن مهاتمائن وانگيءَ سان ڪلپنا
ڪري سمجهائڻ لاءِ ناٿا آهن، ته اهڙو سوکم
آهي، جهڙو ساوريءَ جو داڻو، خال، ٽڪ، نقطو،
بندو ۽ صرف گريپ (سولو پڃ)، Zero ۽ چيئن
بندو اتپادڪ. اهي وسٿو به سوکم برهم جي
ڀيٽ ۾ استول آهن. اهڙو سوکم برهم من، بدّ، واڻي
۽ اِندرين کان پري آهي، جنهنجو اهيڃار من ڪري
نٿو سگهي، بدّ نشچي ۾ آڻي نٿي سگهي، واڻي

ڪٿن ڪري لڀي سگهي ؟ تنهن اڪٿ برهم جو ڪٿن ڪيئن ڪري سگهجي. جنهن پرماتما کي جيؤن جو ٽيؤن ڄاتو آهي، سو پرماتما کان سواءِ ڪجهہ بہ نٿو ڏسي، سو ڪير ڪنهن کي پڌائي ٽيجهہ پند ۽ (پنجهہ) ۾ سارو برهمانڊ (ترلوڪي) سمايل ڏسيٿو. جيئن ڪبير:-

الله لهون تو ڪيا ڪهون - ڪهون تہ ڪو اپڪار
٢
ٻٽڪ ٻيج ۾ روِ رهيو - جانڪو تين لوڪ پستار

صوفي الڪي ذات مطلق ۽ ادوِيت مت وارا ۽ اچيت چن ماتر يا آرڌ ماترا چوندا. اهڙي برهم کي برهمڻي ڄاڻي ٿو پيو ڪو نہ ٿو ڄاڻي، يعني برهم ٽيڙ کان سواءِ برهم ٿي نٿو سگهي. جيئن ڪو يهودي سنت چوندو "ڪو بہ خدا ٽيڙ کانسواءِ خدا سان پريت رکي نٿو سگهي."

پار برهم رنگ، روپ، چهن، ديهہ جي ٽن ڪڻن، پنجن تتن کان رهت نرگن نراڪار نرنجن جوت آهي، جنهنکي آدپرڪ چئجي ٿو ۽ تنهنکي

١- کهڙو. ٢- ٻڙ جو ٻج.

اهو چاڙهي ٿو. جنهن تي سندس رايو لڳي ٿو، جيئن صاحب فرمائين ٿا:-

روپ نه ريکه نه رنگ ڪڇهه. پرين ترهه گڻ تي پن
تسهه پڇهاوي نانڪا - جس هووي س پرسن

برهم نه سوکم آهي نه استول آهي، نه چيتن آهي نه جڙ آهي، نه پترو آهي نه ڊاڍو آهي، نه هلڪو آهي نه ڳؤڙو آهي، نه نر آڪار آهي نه ساڪار آهي، نه ذات آهي نه صفات آهي، تنهن ڪري اُنکي اوستو وستو، اجات جات ڪلپي نالو ڏين ٿا. انتي ڪو به نالو ڏيڻي نٿو سگهجي، ڇاڪاڻ جگت جي وستن کان نياري وست آهي. ويد انکي "نيتي نيتي" نه اِتي نه اِتي، نه هي نه هي چونٿا يعني نه هيءَ آهي نه هيءَ آهي، نه هيڙو نه هيڙو آهي، نه هيڏو نه هيڏو آهي، پر انهنکان مٿي آهي. جيئن مائي ميرا:-

مائي مٿدي گوبند ليدا مول
ڪوئي ڪهي مهانگا ڪوئي ڪهي سهانگا.
ڪوئي انمول

ڪوئي ڪهي ملڪا ڪوئي ڪهي پارا.

ليکا منجهن تارازو ۾ تول

بندرابن ڪي ڪنهن ڪليئن ۾.

ليکا منجهن بجائڪي ڍول

ميرا ڪهي پرڀ گرڌر ناگر. پورب جنم ڪا پول

اهڙي سوکم برهم کي پنهنجي چيتن سٽا ۾
ڪري سڦرط ٿيو ته پنهنجو شان Glory ڏسان.
الهيءَ اک ڇنپ جي سڦرط ٿيڻ ڪري پنهنجا
اليڪ رنگ روپ ڏسي خوش ٿيو. جيئن ماڻهون
شيش محل ۾ پنهنجا گهڻا روپ ڏسي خوش
ٿئي ٿو. اهڙيطرح برهم پنهنجا سرگن روپ ڪاهي
نرگن کي ڏسڻ لاءِ اک ڇنپ ۾ اڻ ٻولدو سنسار
رچائي ٿو. جيئن پراڻو انجيل چوي ٿو "Let there be
light and there was light." چيائين پرڪاش ٿئي
۽ پرڪاش ٿي پيو، جيئن ڪبير:-

سرو مئي جوت جوت هئي سو،
تسدي چانڊڻ سرو چانڊڻ هو،

ويد جو واڪيه آهي "ايڪو هنه بهو شيامه"
(هڪ آهيان گهڻا ٿيان) پر اها رچنا ڪيا چط ڏ ڏ

ڪياءِ ، ڇاڪاڻ تہ اڻھوندي راند سڀني وٽ
سنڌماشو واڱر تماشي ڏسڻ لاءِ ڪري اٿئي ڏالو
جڳت رڪيائين . ان طرح برهم نرگن مان سرگن ،
ذات مان صفات ظاهر ٿي پاڻ ڪي ايشور سمجھڻ
لڳو . جيئن سون مان گھڻو ڪنچ مان ٿو لڙو .
جيئن شاهہ بو علي قلندر :-

آفريده حق مرا از نور ذات
ذات اورا فاشدا سر از صفات

ڏٺيءِ مون کي پنهنجي آدي نور مان پيدا
ڪيو آهي تہ نرآڪار کي ساڪار سان سمجھائان .
انهيءَ جو مطلب آهي تہ برهم ايشور ۽ پيڊ ڪولهي ،
ساڳيو ئي برهم آهي ۽ ڪائي وستو آهي نہ ڪي .
جيئن دادو :-

دادو رام اپار هئي – تنسي ڀڳت اڪاڌ
ان دونون ڪي ميت[1] نهي – سڪل پڪاري ساڌ

جيو ساڪار ۽ اڃي پنهنجي نرآڪار پرماتما
ڪان پُلجي ٿو ، تڏهن ان تي ڏالو جيو پو پٿو .
ان طرح جيو پنهنجي ذات کي نہ سمجھاڻ ڪري

---

١– حد يا ماپ .

برهم، ايشور ۽ جيو ۾ ڀيد رکيائو ۽ ايڪتائي
ڏٺو ڪري. ڪرمڪ پڌهتيءَ ذات کي سڃاڻي برهم،
ايشور، جيو جو ڀيد ڪيو ۽ هڪ ٿي ساڳي وستو
ٽن نالن سان ڄاڻي ٿو؛ يعني ساڳيوئي برهم برهما،
وشنو ۽ شو ٽن نالن سان سڏجڻ ۾ اچيٽو، جيئن
انجيل ۾ Father, Son and Holy Ghost بــابو،
پٽ، ۽ پوتر روح هڪ ئي ساڳي وستو آهي. تيئن
ڪي برهما کي ايشور مڃين ٿا، ڪي وشنو کي
ايشور ڪري مڃين ٿا، ڪي شو کي ايشور ڪري
مڃين ٿا. جيئن هڪ ئي استريءَ کي ڪي ناني،
ڪي ڏاڏي ۽ ڪي ڀيڻ ڪري مڃين ٿا پر آهي
هڪڙي ئي استري. سنتن مهاتمائن اپديش ڏيڻ لاءِ
ٽي نالا ڪلپيا آهن، جيئن جگياسو تنهن کي
هڪ سمجهي ۽ ڏسي تيئن ڀيد رکي ٿي ڪري
سمجهائين ٿا ته برهم شڌ چيتن آهي، ايشور چيتن
وديا آهي ۽ جيو چيتن اوديا آهي. مايا ٻن قسمن
جي آهي، هڪ وديا- مايا ٻي اوديا- مايا. هڪ پرماتما
ڏاڍو مدهن ڪرائي ۽ ٻي پاڻ ڏاڍو، جيئن:-

مايا ميري رام کي کن آوي کن جاءِ
ايڪ ملاوي رام سين - ايڪ ٽرڪ لي جاءِ

وِديا - مايا، وچار ۽ ٽرموهه اتپن ڪري ٿي، جنهن جي مدد سان جيو پرماتما ڏانهن مهر ڪري ٿو. آوِديا - مايا مان ڇهه وڪار، ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهه، اهنڪار ۽ حسد پيدا ٿين ٿا، جي جيو کي سنسار جي بندن ۾ وجهن ٿا. جڏهين جگياسو سمجهي ٿو ته برهم ايشور ۾ ڀيد ڪونهي ساڳيو ئي هڪ آهي، جيئن سون ۽ ڳهڻو، ڪڙو ۽ ڏولرو، ان طرح ابياس دوارا تد روپ ٿي نشچي ڪري ٿو ته جيو برهم ۾ ڀيد ڪونهي، جيئن:-

مت صوفي ڪا لکو - ٽرڪن سرکن ايڪ
بندرابن ويدانت مت - جيو برهم ڏوئو ايڪ

برهم لسو روٽور آهي. ۽ انجو واسو ڪايا ۾ آهي يعني ڪايا ۾ ٽور ٻڙ ٻور آهي، ڪايا ۾ سڀئي لوڪ آهن، تيئي ديوٽائون آهن. سڀ ڪجهه ڪايا اندر آهي، جيئن صاحب فرمائين ٿا:-

ڪايا اندر رتن پدارٿ ٻيئت ٻري ٻنڊارا
اس ڪايا اندر نوکنڊ پرٿوي - هاٽ پٽڻ ٻاجارا

الهيءَ ڪايا ۾ جيڪا پاڪ دل آهي، سا نور جو آستان آهي. اهو نور چيتن پرش آهي؛ ڪايا جي ولايت ۾ سڀ ڪجهه موجود آهي. جيئن هندستان جو بادشاهه پنهنجي بادشاهيءَ ۾ جتي ڪٿي موجود آهي، پر سندس خاص محل لنڊن ۾ آهي؛ تيئن پرماتما جوتي پرش جو خاص محل هردو آهي. دل ٽن قسمن جي آهي هڪ ماس مٽيءَ جي؛ ٻي پرڪاش جي. ماس مٽيءَ جي جڙ آهي؛ جنهنکي بز (بِڪر) دل يا ضعيف دل چئجي ٿي؛ ٻي چيتن آهي. الهيءَ دل کي دل درپڻ يا آئينه آفتاب چئجي ٿو، جنهن ۾ برهم آدي پرش جو نواس آهي، جيئن دادو صاحب:-

دادو ديهي ماهر ڏه دل - اِڪ خاڪي اِڪ نور
خاڪي دل سوجهي نهين - نوري منجهه حضور

ايمان پرسڪ آهي ته دلدار جو خاص مندر پرڪاش واريءَ دل ۾ آهي، جتي هن الهيءَ پاڪ مڙهيءَ ۾ جوت جو درشن ٿئي ٿو تڏهن خبر پوي ٿي ته دل ۽ دلدار، جوت ۽ جوتي پرش ساڳيو آهي. الهيءَ پاڪ مڙهيءَ (Shrine) ۾ اکنڊ جوت

ڀري ٿي تنهن جوت کي ڀڳت سدائين نمسڪار
ڪري ٿو ۽ انهيءَ موهت ٿي ڏيهه جو اپاءُ ڪري پاڻ
گم ڪري ٿو، جيئن پتنگ جوت تي پاڻ وڃائي
جوت ٿي وڃيٿو ۽ سڀ طرف جوت ئي ڏسيٿو،
جيئن دادو:-

جوَ روِ اِڪ آڪاس مئَ - ائسي سڪل ڀرپور
دادو تيسي انت هي - الکه اعليٰ نور

درشٽي ٽن قسمن جي آهي. جو پرش
استول پدارٿ ڏسيٿو، سو چرم درسي آهي ۽ جو
سوکم پدارٿ ڏسيٿو سو آتم درسي يا برهم درسي
آهي. پهريون جگت جا آڪار ڏسي ٿو ۽ ٻيون
ڪيول نرآڪار برهم کي ڏسيٿو ۽ اُتم پرش
آهي ۽ جنهنکي ٽيون اک جنهنکي شو نيتر چون ٿا
پراپت ٿي آهي. انهيءَ ٽيءَ اک يا دسوين دوار
۾ نوري پرش رهي ٿو، جتي اِستت رهي ڪن
ڪن ۾ پنهنجو لٽون تماشو ڏسڻ لاءِ ٻه اکيون ٺاهي
ٿو. اِن طرح ٻَون روپ واڄو وڄائي، جنهن کي
اناهد شبد چئجي ٿو تنهن سان جاڳرت ۾ استان
ڪري، پنهنجي تماشي جو سدائين سير ڪري پيو.

سيٺيءَ کي ڪرچ ڏيئي پاڻ ڏسڻ پيو؟ ڪيس
سندس رچيل جيو نٿا ڏسن، ڇاڪاڻ ته هو
نرآڪار آهي، آڪار سان نرآڪار کي ڏسي نٿو
سگهجي، جيئن صاحب فرمائين ٿا:-

اُهو ويکي اُڏا ند ر ند آوي
ڪو ورلا گرمک سوجهي پاوي

گرمک پران اپان جي گتيءَ کي جاڻي، دل
جي غفا ۾ آد برهم کي سڃاڻي ٿو، ته هو پار
برهم سدائي پون روپ واجو وڄائي، نو دروازا پرگهٽ
ڪري ڏهون گپت رکيو آهي. تنهن گپت دروازي
يا دسوي دوارا ۾ اکنڊ اڇل جوت، تيل وٽ
کانسواءِ سدائي ٻري پيئي، اهو استان پرڪاش جو
چشمو آهي، جتان سڀني کي اکنڊ ۾ پرڪاش
پيو ملي. جيئن پاور هائوس مان اکنڊ ۾
سڄي شهر کي پرڪاش ملي ٿو، جيئن پاڻي جي
چشمي مان اڻت جهرڻا سدائي پيا نڪرن، جيئن
سورج مان اڻت ڪرڻائون پيئون نڪرن. تيئن
هن چيتن پرڪاش جي چشمي مان اڻت جيون
روپ جهرڻا پيا نڪرن، تنهجو شمار ڪو ڪري

لڳو سگهي، اهڙو پرنوار جوت جو ڏيئو سيني پاسي
پرڪاش ڪري رهيو آهي ۽ ڪري پيو. گرمکر
انهيءَ اسچرج روپ جوت کي ڏسي حيرت ۾
اچي مات ڪري وجهيو، جيئن دادو :-

ده دس ديپڪ تيجه ڪي - بن باتي بن تيل
چهه دس سورج ديکئي - دادو اڌ پت کيل

انهيءَ جيئن يا جيوت جوت کي صوفي نور
اکبر چون ٿا، جنهنجان سيني جي اکين کي
جوت مليئي. سيني پوتڪ پرڪاش کي پرڪاش
مليئو. گرمکر پنهنجي اکين جي جوت سان
دل جي اکر روشن ڪريئو، جنهن اکر سان پرماتما
جو ڪجهه لهي هيڪڙائي ڏسيئو. صوفي انهيءَ اکر
کي چشم احديت (هيڪڙائيءَ جي اکر) چوندا
جيئن :-

شود چشم دلت روشن بدان نور
نمائد سر جانان بر تو مستور

تنهنجي دل جي اکر آن نور مستجهان روشن
ٿئي ته محبوب جو ڪجهه تو کان لڪل نه رهي.
تاتپريه آهي ته دماغ جي اکين-مان دل

ٻون اکيون روشن ٿين ٿيون . جنسان پرماتما
جو درشن ٿئي ٿو ته ٻيءَ طرح، ٿهنڪري چوندا
آهن ته هنکي دماغ ۽ دل ٻئي آهن .

دماغ جي اکه کي ترليٽر، شوليٽر، تل
تيسرو چوندا ۽ صوفي اُنکي، خال، Pineal gland
Mole, نقطه Point چوندا. ويدانت انکي برهم ٻندو،
تيجو ٻندو چوندا . اهائي آدي جوت آهي، جتي
پرڪاش يا جيوت جو صاحب رهي سگهي جيون کي
پرڪاش ۽ جيوت ڏيئي ٿو. اهوئي اک جو ڳجهه سگهي
مهاتمائن ۽ درويشن نه کوليو آهي، اشاري طور
چوندا ويا آهن. ڇاڪاڻ ته هو راز کولڻ بي قصور
سمجهندا آهن. مٿي جيڪي برهم تي خال، ٻئي
نقطو آدي انادي ڏنل آهن، سي جيتوڻيڪ سوکم آهن
پر آڪار سان ڏسڻ ۾ اچن ٿا. پر برهم سوکم نرآڪار
نقطو * آهي، اهوئي ذاتي نقطي کي عاشق پرڪاش

---

* Metaphisical-point. آڪار کان رهت
Simple-point. يائي کان رهت
Primal-point=آدي باداتي=Divine point=خدائي نقطه

جو صاحب ڏسي پريم ۾ ڀڳتي ڪريٿو، جيئن
پروانو جوت تي، جيئن دادو:-

روپ نه ريکه ورڻ ڪڇون ڪٿسا- تن چرڻو چت
رهيا سماءِ
تن چرڻو چت سهج سمانا- سو رس پيتا تهه من ڏاءِ

اهو سوکم برهم کن کن ۾ نت نئون خيال
جو کيل پيو ڏيکاري ۽ ڏسي پيو خوش ٿئي.
اسچرج اهو آهي جو ڪاغذ قلم ۽ رنگن کانسواءِ
نانا رنگن جون مورتون جيئن آڪاس تي
چٽي، سنئيما شو وانگر نوان نوان فلم ڪڍي پيو
ڏيکاري ۽ ڏسي، جيئن:-

اهڙي بلاس ڪارڻ ڪيتا پسارا پيارا- ٻهه جڳ سارا
نانا روپ رنگ بڻ آئڻا- سهسين نام ڌرايا
آپڪون ويکي آپ سنگ کيلي- آئي چوج ڪرايا

اهڙي سوکم برهم کي صوفي نور چشم، نور
ديده، نور البصار نالو ڏين ٿا ته اهوئي سوکم جيئن
روپي ٻج آهي، جنهن جڳت روپي ٻڻ سدا پيو
اپجي، نپجي ۽ لين ٿئي. ڪي انکي ٻالڪ يا سهٽو

ڇوڪر چولئا جيئن سري ڪرشن ٻال مڪند،
مسيح خدائي ٻالڪ، برهما سو ٻالڪ اتپاه ڪ.

اهڙي نقطہ يا خال بابت جن اشاري طور ڪجھ
کو ليو آهي تنهجا سخن يا وچن هيٺ ڏجن ٿا:-

در خال اگر کسي است - يک نقطہ بس است

ڪهڙو جيڪڏهين ڪو شخص آهي ته هڪ
نقطو ڪافي آهي. اهڙي بيت جو مطلب آهي ته
سريرو جيڪو نقطہ نظر Point of vision; Luminous,
Point آهي سوئي سريرو پرش آهي.

خال چو دانہ داشتي زلف چو دام ادا ختي
پس مرغي دلم را ديده افتاده در دامي شمان

داڻي وانگر تو زلف جي ڄار وڪيڙي، پوء
دل جو پکي ڏئو ته تنهنجي ڄار ۾ اچي ڦاٿو.

زلفون ڪي پيچون ۾ جو دل آڪٽي سو آ ڪٽي
هڪ دانا خال ڪا - دل ڦسلا ڪٽي پرما ڪٽي

---

سچ کي ڇوري ۾ چڇڪ ڪا داغ ٿا
وه ڇڇڪ ڪا داغ نهين ٿا - ليڪن چراغ روشن ٿا

---

اگر آن ترڪ شيرازي بدست آرد دل مارا
به خال هندويش بخشم سمرقند و بخارا را

جيڪڏهن اهو سهڻو ڇوڪر منهنجي دل کي هٿ ۾ آڻي (موهي) ته سندس ڪاري تر تان سمرقند بخارا ملڪ بخشان

فارسي ۽ سنڌي ڳالهه چون ٿا هڪڙي:-
سمجهي ڪو سامي چوي - ٻيائي ٻنان ٻندي
ٻائي ڪيان ڪندي - سمهيو سڪو ٻٽ سيج تي

اهو تر ٻندي، ذاتي نقطو آهي، جنهنکي ويدانتي اونڪار جوتي سروپ چوندا، جنهنکي ڪي پرماتما، ڪي آتما، ڪي شو اڀياد ڪ ٿالا ڏين ٿا ۽ جنهنکي صوفي الله، نور اڪبر چون ٿا. اهو آدي نوري پرش سڀ ڪنهنجي تن من، پران، اکين ۾ براجمان آهي. اگيانِي جيو اُلو والڪر، اهڙي چيتن سورج جي پرڪاش کي ڏسي نٿا سگهن. گرمک ظاهر ظهور پنهنجي دل جي آئيني ۾ ۽ پنهنجي اکين جي جوت Sun-eye ۾ ڏسي، جڳت

پرم کان ڇٽي، برهم ۾ اسٿت ٿين ٿا، جيئن
صورت بهار:-

هر چشم ۾ ڪرلو نظر هر جسم ۾ بيٺي هو ٿم
جتسا ٽٽسا ديکلو تم آپ هر جا ديکه اب

اها دل جي اک جهنجهڪي نوري دل چئجي
ٿو سائي آد جوت سوڪم برهم آهي. پرش به واسٽو
۾ اهو سروپ آهي، انهيءَ کان سواءِ جيڪو پرش
جو پدج آڪار ڏسڻ ۾ اچيٿو سو پرم آهي. واسٽو
۾ آڪار آهيٺي ڪونه ئي، ته کان وڏي ڇوٽيءَ ٿاءِ
انهيءَ جوت جو پساري آڪار آهي. سو پساري
پرڪاش روپ آهي، تنهنڪري اک ڪانسواءِ ٻيو
پرش آهي ئي ڪونه، جيئن انگريزيءَ ۾ چئبو آهي
He is an intelligent eye هو چيتن اک آهي.
اٿي اک جي معنيٰ آهي پرش، جيئن مولانا رومي:-

آدمي ديده است ديگر پوست است
ديده آن باشدکه ديده دوست است

معنيٰ ماڻهو اک آهي ٻي سڀ کل آهي.
اک به اها مڃجي جا يار جي اک آهي.

ديدهٔ آدمي در معرفت آست - کر بکشاده بر
آسمان زمين آست (شيخ سعدي)

معنيٰ اک ماڻهو جي سڄاڻپ جو دروازو آهي
جو کُلي ٿو ته زمين کان وٺي آسمان تائ کُلي
ٿو. انهيءَ مان نشچي آهي ته اکر ئي پرش آهي،
پرش ئي اکر آهي. جيئن سڪو چاڳرت جو سرير
چٽي سڀني جو سنسار ڏسي ٿو، سو سوکم سرير
سان اکر وارو پرش ڏسي ٿو؛ جيئن ديهه جي خاڪ
يا پسم ٿيڻ تي اکر وارو ئي پرش پرلوڪ، ڌرمراءِ،
جم ڪنڪر، عزرائيل آدڪ انيو ڪري ٿو. جيئن
چوندا آهن "مٽا سڀ ڪجهه ڏسن ٿا." جيئن
سنسڪرت هزارن ڪوهن کان پري ڪُرکيتر ۾ جنگ
جو احوال ڌرتراشٽر کي ڏسي ٻڌايو. آدپرش
سڀني جي اکين ۾ براجمان ٿي سڀ جو انيو ڪندڙ
آهي؛ جنهنڪري انکي سرو درشٽا All-Sooing-eye
چئجي ٿو، جيئن صاحب فرمائين ٿا:-

سرو ڄوت آپ ورتارا - سرو لکين آپ ڀيکن هارا

پرش ڏي اک آهي تنهن بابت هيٺ مثال
ڏجي ٿو:-

ڪنهن وقت حيدرآباد ۾ ڦليلي تي فقيرن
جي ٽولي آئي، انهن جيڪو پرڌان هو سو وڏي
طومان سان هو ۽ گياڻوان هو. تنهنجو درشن ۽
وچن ٻڌي ٻين فقيرن جو ٻه سير ڪيو سون جي
ساڻس هوا، تن ۾ هڪ هو جو ڏکو ٽيو سمهيو پيو
هو ۽ پر اکيون بند هيس. تنهنڪري درشن نه
پائي موڙ تي هواسين ته خبر ملي ته هاڻي جاڳيو
آهي، وڃي ڏٺوسين ته اکيون کليل هيس ۽
پر ڇڪو اوئين جو اوئين سمهيو پيو هو. نمسڪار
ڪئي سونس، هن اکين سان نمسڪار قبول
ڪئي. انهيءَ ڳالهه تي مون سنگتين کي راز
جو اشارو ڪيو، پائي جڏهين سنت جون اکيون
بند هيون تڏهين سنت جو درشن ڪونه ٿيو،
جڏهين اکيون کوليائين، تڏهين سنت جو
درشن ٿيو، يعني پرش جو اکين ۾ هو تنهنجو درشن
ٿيو. اِن طرح آد پرهمسرو درشتا، سڀ ڪاريگري
جا ڪم هوائي جهاز، تار برقي، تند بنان تار اتياد ڪ

هنر اڪ وارو پرش ئي اڀيؤ ڪري پنهنجي ڪاريگري ڏيکاري ڀيو. اهڙي اڪ واري اڀيٽي پرش کي ڪو ورلو گرمک ڏسي درڍ اڀياس سان پاڻڪي اهر ڪم ڪري، پاڻ جو ٿي سروپ برهم ٿي وڃيٿو. اهو آتما سڀ ڪنهنجو پنهنجو پاڻ آهي.

جيئڻ دادو:-

جب من هين من لاگا - تب جوت سروپي جاگا
جب جوت سروپي پايا - تب انتر ماهه سمايا

جڏهين اوها اکنڊ جوت جاڳي ٿي، تڏهين رام نام سان سچي پريت لڳي ٿي ۽ پريت لڳڻ ڪري رام ڦل جي پراپتي ٿئي ٿي، جنهنجي ڪاڻڻ ڪري جڳا جڳ امر ٿي رهجي ٿو. هاڻي ڏيکاريو آهي ته اهو برهم ڦل، جوتي سروپ جو انوپ، اڇل ابناسي، انڌت آنند اتياڪ ٿالن سان سڏجڻ ۾ اچيٿو ۽ اهو ڦل ڪهڙي وڻ جو آهي، ۽ ڪهڙي استان تي رهيٿو. اهو گيان، جو وڻ يا پوڏ پرچ آهي، ۽ جنهنکي ڏار، پن، پار ڪا نه آهي جو نه ڌرتي ۽ تي ۽ نه آڪاس تي آهي، جو نه سُري نه سُڪي پر سدا تازو ئي تازو. جو برهم ڌرتي ۾ استٿت آهي. جنهن

جي ٻار سُرت آهي ، ۽ جو پران ٻاڪِي جو رس وٺي
سدا تازو ٿري ٿلهي ٿو. جو ٻاطِ بہ ابداسي آهي
۽ الجو ٿل بہ ابناسي آهي. جيئن دادو :-

اٿسا ايڪ اڌو پ ٿل - بيجہ ٻاڪلا ڏاڻهہ
ميٺا ٽرمل ايڪ رس - دادو لٿيون مالهہ

بره ٿل لہ جائو آهي ۽ لہ چٽي ٿو ، لہ ماءُ پيءُ
اٿس ۽ لہ اولاد اٿس ، چو رو چٽو آهي . جنهنکي
سو لو ڪنول جو ڪل چولڻا. جيئن دقاتريہ. ڪيتا

لہ تي چَ ماڻا چَ پتا چَ ٻندو ر- لہ تي چَ پتني ستشچہ
مترم
پکيپاتو لہ و پکيتاتہہ - ڪٿنہ هيرن سنتهرپهنہ هي چٽي

معني - تنهنجي لہ ماڻا ۽ لہ تنهنجو پتا ۽ لہ
تنهنجو ڀينڊي ۽ لہ تنهنجي استري ۽ لہ تنهنجو
پٽ آهي ، لہ تنهنجو متر آهي ، لہ تنهنجو پکيہ پاتي
آهي ، لہ تنهنجو وپکيہ پاتي آهي ، لشچي ڪري
چِت ۾ اهو سنتاپ چاڪاڻ ٿو ڪرين ؟

جيئن قران ٿو چوي . " لم يلد و لم يولد "
لہ ڪنهنجو ڄڻيل آهيان ۽ لہ ڪنهنکي ڄڻيو اٿم.

جيئن هڪ صوفي چوي ٿو:-

هڪي خلقيو آهيان – هڪو خلقڻ هار

ويدن ۾ به چيل آهي ”هڪا اُتپتي آهيان هڪو اُتپتي ڪندڙ آهيان“ اهو آهي برهم جوتي سروپ سڀ ڪنهن جو پنهنجو آتما، جنهن کي برهم ٻالو ڏٺو ويو آهي. جيئن دادو:-

ٿرو ر شاخا مول ٻن - اتپت پرلئہ ڏانهہ
رهتا رمتا رام ڦل - دادو لکئين مانهہ

هن ڪايا ۾ اليڪ جيوڙا آهن، پر هڪ ۾ برهم پورڻ سمايل آهي جو سربسر نور آهي. يعني هن ڪايا ۾ جيڪو ڪارخانو لڳون ڏاريون، تت پون، پاڻي، ڌرتي، آڪاس اتياد ڪ سڀ نور ئي نور آهي. نور کان سواءِ اگيان جي اونڌهہ، مايا، ڇايا آهي. جنهن سروپ کان جيو پنهنجي پاڻ کي مٺيءَ جو پتلو سمجهي پاڻ به مٺي ٿي وڃي ٿو. جيئن ميانڙ ڦرار ڪالسواءِ ڪاچي وڃي ٿي. پر جو پنهنجي آتم جوتي سروپ کي ڄاڻي ٿو، سو نور ئي نور ٿي ٿو. نور ڪالسواءِ پيو ڪجهہ به نٿو ڏسي جيئن دادو:-

دائم قائم - قائم دائم حاضر هيءَ ڀرپور
آسمان نور زمين نور پاڪ پروردگار
آب نور باد نور خوب خوبان يار
ظاهر باطن حاضر ناظر دانا تون ديوان
عجب عجائب نور ديدم - دادو هيءَ حيران

اهو عجب جهڙو نور ديده جو سخن ڏنو آهي تنهنکي گيان چڪشو، ديو چڪشو Divine eye نوري اکر، ۽ جنهنکي صوفي آئينه آفتاب Sun-mirror آدڪ نالا ڏين ٿا، اها حضوري اک پرڪاش جو چشمو، سڀ ڪنهن جي دماغ ۾ موجود آهي، جنهنمان جهرڪا نڪري سڀني جي اکين ۾ پرڪاش ڪن ٿا، جنهنجي ستا تي سڀڪو جيو پنهنجي پنهنجي حد ڪيل سنڪلپ جي سرشٽي ڏسيٿو، چاڪاڻ تہ جيو حد ڪيل Finite being آهي. مگر گياني درويش جي اها اک ڪليل آهي، جا لاحد Infinite آهي. جا پن اکين کي کوڙي جون اکيون جاڳي الهن تي سواري ڪري، الحت سرشٽيون گڏ اکنچ آٿم

درشٽيءَ ۾ پيو ڏسي. مٿي شيخ سعديءَ
جي بيت ۾ چيل آهي ته جڏهين الهيءَ اکر جو
دروازو کلي ٿو، تڏهين آڪاس کان وٺي زمين
تائين نظر پوندي، جنهن ۾ سارو برهمانڊ اچي ويندو.
يعني برهم درشٽيءَ سان ساري برهمانڊ جي سوجهي
پوندي. چاڪاڻ ته برهم آڪاس ۾ سڀ سرشٽيون
ويجهو ڏسڻ ۾ پيون اچن. جيئن دوربينيءَ ۾
پري شيءِ ويجهو نظر ايندي آهي، حد ڪيل جيو
کي ٽين اکر جي نه پراپت ٿيڻ ڪري، ڪال
ديس جي سرشٽي ڏسڻ ۾ اچي ٿي. جڏهين الڪي
سنڪرن جي ڪرپا سان ٽينءَ اکر جي پراپتي
ٿئي ٿي، تڏهين جڳت جو ڀرم ڪٽجي، ڪيول
برهم کي جيئن جو تيئن ڏسندو. جيئن سري
ڪرشن ڀڳوان ارجن کي ٿو چوي "اي ارجن
تون مولڪي اکين سان ڏسي نه سگهندين،
جڏهين مان توکي ديو چکشو ڏيان تڏهين مولڪي
(ڀڳوان) ڏسي سگهندين. جيئن داهو:-

پهلي لوچن[1] ديکيئي[2] - پيڇي[3] برهم دکاءِ
دادو سو جهڻ سارسب - سڪ ۾ رهيا سماءِ

---

١- اک ٢- خبر پوي يا سمجهي ٣- تت

اهي ٻه ريءِ نقطه يا اکر کي پرڪاش جي سڃاڻ
ڪري، عاشقن ۽ مهاتمائن اُنتي هيرو، ماڻڪ، موتي،
رتن، جواهر، پکراج، مڻي، نيلم اتياد ڪثافت لاءِ
ڪلپيا آهن، اِهي سڀ جڙ ۽ ناسوت آهن. مگر
برهم جوتي سروپ هيري جي ڪڻي، اڻ وڍ يل،
چيتن ابناسي هيرو آهي، جو سو ڪم تي سو ڪم
نراڪار آهي. جو اتول آهي، امول آهي، مٽ وڍڻ
۾ نٿو اچي ۽ جو ترلوڪيءَ کي پرڪاشي رهيو آهي،
يعني پوتڪ پرڪاشن جو پرڪاش آهي. جيئن
سري ڪرشن ڀڳوان ارجن کي ٿو چوي ته ”مان
پرڪاش جو پُورهو (ڪيئهو) آهيان.“ ڳالهه ڪندا
آهن ته، اڳي بادشاهن وٽ هيري جي ڪڻي
رهندي هئي، جنهنجي قيمت ڪٿڻ کان ٻاهر
هئي. جڏهين بادشاهه محلات ۾ اوها ڪڻي آڻيندو
هو، تڏهين سڄو محلات پرڪاش سان ڀري
ويندو هو. مگر اهڙو آڪار ڏسڻ ۾ نه ايندو هو.
اهو سچو چيتن هيرو ماڻڪ آهي، جو سڀ ڪنهن
جي مستڪ ۾ رهيل ۽ جو دل جي ديليءَ ۾ ڪنجي
ڪلف اندر سوکهو رکيل آهي. جڏهين ستگر يا

مرشد ڪرپا ڪري گرمک، يا مريد جي سر ڏا ؟
پريم ڏسي کولي ٿو، تڏهن اهو عجب ۾ پئجي ويٺو.
جيئن شاهہ صاحب:-

ماڻڪ مِٺُ[1] سندو مِرُ[2]، اونداهيءَ ۾ سو جهرڪي
حشر ويل حساب ۾، ڇڏي نا ويندو مِرُ
ساريو سنڀاليندو مِرُ، ڪوهيارو ڪيچ ڌڻي

اهو برهم هيرو اننت هيرن جي کاڻ آهي
تہ بہ هڪ آهي. يعني هڪ هيري ۾ اننت هيرا سمايل
آهن. برهم جو سرو برهم آهي ۽ اهو سڀاءُ ڪري
ڪنهن ڪنهن تي ڀاسڻ ۾ اچي ٿو، پر ڀاڳن ۾ ٻہ اکنڊ
جيئن جو تيئن ڀرپور رهي ٿو. ڇاڪاڻ تہ هو لنئي
خواهہ وڏي پدارٿ ۾ هڪ رس هڪ جهڙو
رهي ٿو. جيئن ماکيءَ جي مٺڪڻ ۾ ڏاڪو، هر هڪ داڻي
يا سيئي ۾ هڪ ئي هڪ رس هڪ جهڙو آهي. يعني
جو مٺڪو ڏاڪي جو ڀاڱو وٺيو. سو ڀاڱو ننڍو وڏي ڀر
سڄو ٿو وٺي، ڇاڪاڻ تہ ڏاڪو اکنڊ آهي. ڪنهن
ڪنهن ٿي ڏسڻ ۾ اچي ٿو پر تڏهن ٻہ اکنڊ آهي.
ويدن جي سرتي ٻہ چوي ٿي تہ ڀاڱو سڄو آهي ؟

---

١- مائٽ ٢- منهنجو

سڄو ڀاڱو آهي

(Tbo Part is whole and the Whole is Part).

انسان پرسن آهي ته جيو پنڊ آڪار آهي سوئي برهمنڊ نرآڪار آهي. يعني ڀاڱي آڪار ۽ سڄو ئي نرآڪار سمايل آهي. تنهنڪري پنڊ Microcosim ۽ برهمنڊ Macracasim ۾ ڀيد ڪونهي ساڳيوئي آهي، فقط درشٽيءَ جو ڀيد آهي. جيئن صاحب فرمائين ٿا:-

سوئي پنڊي سوئي برهمنڊي
جو ڪجهه کنڊي[2] سوئي برهمنڊي
سڀ ڪجهه ڪيتا اسهين ماڻين -
نانڪ موڙي سو جهه ڪجهه ناهين

انهيءَ ڀاو ارٿ سان شاهه صاحب پڻ فرمائين ٿا:-

ماڻڪ[3] منڪ مڻان - پيتيءَ ۾ پرزا ٿيو
سڄو تان سڃيد ڇوري - لهي لڪ سوا
ڀڳي ڀڄا ٿا - پدمان[4] پري ٿيو

١- سارو، سڄو. ٢- انس، ڀاڱو ٣- محبوب. ٤- پدمن کان مٿي.

اهڙيطرح دل جي دٻاءُ ۾ سوکهو ٿيل جيٺن
ماڻڪ، دٻلي ڪواڻ سان اهڙي ماڻڪ ٿي ڏسڻ ۾
اچيٿو. ٻر ڀاڳي ڀاڳي ۾ سڄو ٻاڻ سمايل آهي،
تنهنڪري ملهه ڪرڻ کان ٻاهر آهي. سڀني
بادشاهين جو خزانو ملهه ڪجي تب کهٽ آهي.
جيٺن ديوان عاشق ٿو ڀٿو:—

جستجو يڪر داد کردم و خرمن آمد بدست.
ڳولا هڪ داڻي جي ڪيم — پر ٻار (ان جو کدام)
هٿ ۾ آئي. ٻيو عاشق ٿو چوي، "تو ٻر ٿي سمنڊ
مان موتي لڀي آيس، پر ڏٺم تہ سمنڊ موتين جو
لڏ م." جيٺن عاشق:—

معدن لعل بدخشان درون هر صورت است
گوهر مقصود را در دست سايل يافتم
کاڻ چمڪندڙ لعلن جي سڀ ڪنهنجي صورت ۾
آهي، منزل مقصود جو موتي سواليءَ جي هٿ ۾ ٻاتم.

برهم گيالي سڄي ٻاتشاهيءَ ۾ سڀ جيٺن
ماڻڪ ڏسيٿو. تنهنجو سڄو وهنوار جنهن رهت
سان ٿئي ٿو، تنهن رهڻيءَ بابت ڪجهه ورڻن
ڪجيٿو:—

وهنوار دويت ڪانسواءِ ٿي نٿو سگهي. جيئن
پرڪرتيءَ جو کيل يعني جوڙي جو کيل
(Pair of opposites) برهما رچيو آهي، تنهنموجب
برهم گيانيءَ کي به هلڻو آهي. برهم گياني برهم نشچي
سان برهم کي ڏسي، برهم سان وهنوار ڪريٿو.
اهڙو نشچو پڪي کي ڪونه ٿو ٻڌائي، پر پاڻ پرڪرتيءَ
جي قاعدن کي ڄاڻي مرجادا موجب پيو هلي.
ان ڪري سڌمس وهنوار سوڌو پيو هلي. نشچي
۾ سڀ هڪ ئي پرماتما ڄاڻيٿو. پر ليکي موجب
استريءَ کي استري، ماتا کي ماتا، ڀيڻ کي ڀيڻ
ڄاڻي سڀ ڪنهنسان ڌار ڌار ڀاونا سان ڪريا
ڪريٿو. جيئن ديهه هڪ آهي پر ديهه جون اندريون
ڌار ڌار آهن ۽ سڀ ڪنهن اندريءَ جي ڪريا
ڌار ڌار آهي. اهڙيطرح پرمارٿ ۾ وهنوار جو ڀيد
سمجهي، اگيانين وانگر ڌار ڌار ڪريا ڪريٿو، پر
واشنائن کان رهت ٿي، پنهنجي پريو جن کان
سواءِ فرضي ڪم ليکي موجب ڪريٿو. جنهنڪري
انکي ڪيڏ يا کيوب Disturbance نٿو ٿئي.
جيئن چوندا آهن "جڳ ۾ جڳ جهڙو اندر اڪيلو"،
"جڳ ۾ جڳ جهڙا ٻنا چاهه چلن". اهڙيطرح برهم

گيانی سچ کي لڪائي ليکيءَ موجب هليٿو،
جنهنڪري لوڪ کي لسڪ ڪاڙ ٿي پوي ؟
سندس نشچو اڪل رهيٿو.

خدا صاحب جڏهين ڀريائين آدم جي
صورت ڏاهي، يعني جڏهين برهم ڀاڳ کي ڏسڻ جو
سنڪلپ ڪيو، تڏهين دل درشڻ ۾ سندس
پرتبنب پيو، تہ پہ هڪ جهڙا ڏسڻ ۾ آيا. جيڪو
پرتبنب (پاڇو) پاسڻ ۾ آيو، جنهنتي آدم يا آد
جيو ڏالو رکيائين، ان طرح پہ ڏسڻ ۾ آيا. خدا
؟ آدم ۽ برهم ؟ جيو اهڙيطرح پہ ڏسي خدا آدم
کان پڇيو ”تون ڪير آهين“، جيئن نئي ماڻهو ؟
کان پڇڻ جو رواج آهي تہ تون ڪير آهين؟ تڏهين
اُن جواب ڏنو ”جو تون آهين سو مان آهيان“.
ڇاڪاڻ تہ ڀريون پرش (برهما يا آدم) پنهنجي
مالڪ کان ڌر پُلو، تڏهين اهو جواب ڏنائين.
خدا ويچار ڪيو تہ ان طرح منهنجي راند نہ
هلندي. تڏهين ڀرين صورت جو سنڪلپ بند
ڪري، وري ٻي صورت ڏاهڻ جو سنڪلپ ڪيو
تہ آڳي وانگر صورت بنجي پيئي، تنهنکان پڇائين

"تون ڪير آهين"؟ جواب مليس "تون ڪير آهين"؟ تڏهين خدا صاحب چيو ته ماڻي ۽ مددگار چڱو ملندو. جيئن صورت بهار:-

واهه خدائي ٻن ڪئي - ڪهڙت ۾ خاوند ڪون
تون ڏيکه
ايڪ سين ڏوهو ڪي - ڏو جهان ڪون پيدا ڪيئا

اهڙيءَ طرح پرماتما جوڙي جو کيل رچي، پاڻ پنهنجو کيل تماشو سدائين پيو ڏسي، تنهنتي هڪ ڳالهه هيٺ لکجي ٿي.

فقير کي ڪنهن ٽنگ ۾ پٿر هنيو، ته اُن ٽنگ مان رت وهڻ لڳو. فقير رت وهائيندو وات وٺيو پئي ويو ته ڪنهن دڪاندار کيس ڏسي ديا آئي، دڪان تان ڪپهه ڪڍي فقير کي ڏُڪ پرايو. فقير کان ڪنهن پڇيو ته هيءَ ڌڪ توکي ڪنهن هنيو آهي؟ جواب ڏنائين ته جنهن ڪپهه ڪڍ ڪارايو تنهن ڌڪ هنيو. دڪاندار جو اکيان بيٺو هو سو وائڙو ٿي ويو. فقير کي چيائين ته مون توکي ڪڏهين ڌڪ هنيو. فقير چيو ته جنهن ڌڪ هنيو، تنهن ڪپهه ڪڍ جو

ڏک ڀرايو. ٽاٽپري ڳالھ جو آهي تہ فقير سمدرسي
هو ۽ هنکي خاوند کان سواءِ ٻيو نظر ۾ ڪو نہ ٿي
آيو. مگر عام ليکي تہ ڏک هٽڻ ۽ کنڊ کيھر ڪارڻ
وارا ٻہ هوا ۾ واسطو ۽ هڪ ئي آتما آهي. تنهن
بابت ڪبير جي ڳالھ هيٺ ڏجي ٿي :-

ڪبير صاحب جو رهڻ اُڻڻ جو ڪم ڪندو
هو ۽ ڏاڍي ڪندي بہ پنهنجي پرڀوءَ کي نہ
وساريندو هو. ڪنهن وقت هڪڙو سندس گراهڪ
آيو. پڇائينس تہ ڪبير منهنجي جوري
ڪڏهين ڏيندين. ڪبير هٿ جوڙي چيس
تہ سائين تنهنجي جوري هٿ ۾ ڪٿين آهي،
اهو جواب ٻڌي هو هليو ويو، وري ٻيو گراهڪ
آيو. انکي بہ اهو جواب ڏنائين تہ سائين
تنهنجي جوري هٿ ۾ ڪٿين آهي، اهو ٻڌي
انهين ٻڌي هليو ويو، وري ٽيون آيو. تنهنکي
بہ پهرين تي ساڳيو جواب مليو. پر ٽيون پنهنجي
خيال سان دڪان تي ويهي رهيو. وري چوٿون
آيو، تنهنکي بہ پهرين تي ساڳيو جواب مليو
ٽيون جو اُن وقت سندس دڪان تي ويٺو هو

تڏهن دل ۾ چيو، ته ڪٻير مونکي به ساڳيو جواب ڏنو ۽ هنکي به ساڳيو جواب ڏنو، ڪٻير ڪوڙو آهي، گوٺ ۾ وڃي ٻڌايائين ته ڪٻير پڪيٽ کي ڪوڙ ٻڌو ڳالهائي. هر ڪٻير جي نشچي ۾ ته ڪيول برهم ئي هو، تنهنڪري هن سرو برهم ئي پئي ڏٺو ۽ ڪوڙ نه ڳالهايو. هن مان معلوم ٿيندو ته ڪٻير پڪيٽ وهنوار ڪندي به رام کي نه وساريو. اهڙيطرح گياتوان آتم گيان سان پورو ٿي، اکنڊ ڀڳتيءَ جو درڍ ابياس ڪري، آتم برهم ۾ ٽن من ڪم ڪري آتم برهم ٿي، سداءِ سمرڻ ڪري ٿو ۽ ڪن به سمرڻ کانسواءِ نٿو رهي. جيئن دادو:-

دادو تن من ايڪ رس - سمرڻ ڪهيئي سوءِ
رام ڪهت رامهه رهيا - آپ بسر جن هوءِ

اهڙيءَ اکنڊ ڀڳتيءَ سان، پرهلاد به وشن ديو جو سمرڻ ڪيو، جو جل ۾، ٿل ۾، پربت کرکر ٿنب ۾ وشنو کي وياپڪ ٿي ڏٺو. جيئن ڦ-

اوم - جلي وشنو ٿلي وشنو - وشنو وشنو پربتي
مستڪي - سري جوال مالا ڪلي وشنو - سرب
وشنو مئي جڳت.

اهڙيءَ طرح نامديو ڀڳت به اکنڊ ڀڳتيءَ سان
ڪتي ۾، ڀوت ۾، مغل ۾ ساڳيو رام ڀڳتي ڏٺو، جو
مغل کي ڏسي چيائين ته:-

هلي يارن هلي يارن خوش خبري
خوب تيري پڳڙي ميٺي تيري ٻول
دوارڪا نگري ۾ ڪاهي ڪو مغول[1]

اهڙن اڌويتن ڀڳتن جي ڪٿڻي ۽ رهڻي
هڪجهڙي آهي جو سڀ کي آتم رام ڏسي، وهنوار
۾ آتم رام جو اکنڊ ڌيان ڪن ٿا. اهڙن جي
ڪٿڻي ۽ رهڻي هڪجهڙي آهي ۽ جي آتم رام کي
نه ڏسي ڪٿڻ ڪن ٿا، تنهنجي ڪٿڻي ڪچي
آهي. جن وٽ ڪٿڻي جا مڻ آهن ۽ رهڻيءَ جي
رتي به نه آهي تن برهم کي نه سمجهيو آهي ۽ نه پاتو
آهي. جيئن دادو:-

ڪرڻي ڪٺڪا ڪوهين - ڪٿني الٽ اپار
دادو يون ڪيون پائيئي ري من موڙھ گنوار

هاڻي ڏيکارڻو آهي ته آتم گيان کي آتم
اکنڊ ڀڳتيءَ جي ساڌن جو ضرور آهي، ڇاڪاڻ ته

---

١- مغل = پٺاڻ.

جيستائين علم عمل ۾ نہ آيو آهي، تيستائين علم
بيڪار آهي. Self-knowledge گيان Self-realisation
وگيان کانسواءِ اڌورو آهي، ڄاڻ پڇاڻ کان سواءِ
بيهودي آهي، گيان ڀڪتيءَ کان سواءِ اڌورو آهي،
جهڙو موتي پاڻيءَ کانسواءِ يا وڻ رس يا ڦل
کان سواءِ ڀڪتي گيان کانسواءِ اڌڙي آهي، جهڙي
استري ڪنت جي ڪرپا کان سواءِ، ڪٿون
ڪيو کان سواءِ، استري روپ کانسواءِ. گيان
ڀڪتيءَ کانسواءِ رکو آهي؛ ڀڪتي گيان کان سواءِ
اٽڪي آهي، گيان ڀڪتيءَ کان سواءِ سڪو آهي؛
ڀڪتي گيان کانسواءِ انڌي آهي. سنسار ۾ ٻہ ظاهر
آهي تہ جن گيان پائي ڀڪتي ڪئي آهي. جهڙو ڪ
ڪرو نانڪ آدڪ ڏهني پاتشاهيون، ڪبير، نامديو
آدڪ ڀڳت، تنهجو ئي اکنڊ جس اڄان ڏائين هليو
پيو اچي. پر جن گيان پائي ڀڪتي نہ ڪئي آهي؛
جنڪي اهو ايمان آهي تہ اسين پاڻ ادويت اکنڊ
برهم آهيون، ڀڪتي ڪنهنجي ڪريون، تنهجو جس
تہ ڪونهي، هٿئون اپجس آهي. نشچو ٻنهي
جو ساڳيو آهي، پر پهرئين درجي وارا سو ڪم ايمان

وڃائڻ لاءِ، ٻاهر ڪرڻ سان ڀڳتي ڪندا. ٻئي درجي
وارا سڄو ڳڻي ڪاهيءَ ۾ ڪرن ٿا، ۽ چوڻ ۾ ڀـــ
ايندو آهي ته گيان کي مايا موهي سگهندي، پر
ڀڳتيءَ کي نٿي موهي سگهي. جو (Form-less)
نرآڪار جي ڀڳتي ڪري ٿو ۽ ساڪارن (Forms)
جي شيوا نٿو ڪري، سو اڻين آهي، جنهن ڪو
چوي ته منهنجي سون سان پريت آهي،
گهڻن سان پريت نه آهي، اهڙي جو گيان الٽو آهي.
جيئن مسيح ٿو چوي ”جو مون سان پريت رکيندو
۽ ماڻهن کي ڏکاريندو سو مون سان پريت نٿو رکي.“
پر جو ڀڳت آڪارن ۾ نرآڪار ڏسي شيوا ڪريندو
سو پرشوتم آهي. ڇاڪاڻ ته جو سڀ ڪنهن ۾ پرماتما
ڏسي پرماتما جي شيوا ڪريندو، جيئن صورت ٻاهر:-
هر ڪي صورت هر ۾ ديکي - هو ڪيا صورت ٻاهر
ڪهہ سبحان الله ڪيا الحان[1] ڪون پيدا ڪيا

انهيءَ جو مطلب آهي ته گياوان ڀڳت نرآڪار
۽ ساڪار، نرگڻ ۽ سرگڻ، ذات ۽ صفات ۾ ڀيد
ڪونه ٿو ڏسي. جيئن سون ۽ گهڻو، ڪنج ۽ تلوار ۾

---

١- اناهد شبد.

هڪ ۽ ساڳيو روپ آهي. انئين سمجهي سدا ايڪتا پڪي ڪريو. جيئن دادو:-

دادو ديکي ديال ڪون – سڪل سائين سار
جيڳ ر ديکي لڳن پر – تيڳ ر سر جهار.

آتم گيان سمجهڻ ڏکيو آهي. انکي عملي صورت ۾ آڻڻ ڏهنڪان ڏکيو آهي. گيان کنهن ۽ پڪي کنهن ۾ ورتڻ ڪندي، برهم درشني اسٿت رهي سا ڏهنڪان به ڏکي آهي. انهيءَ ڪري سڀڻن ۽ پڪٽن شيوا جو ساڌن انگيڪار ڪري، ابياس ڪرڻ سان سکر پاتو آهي. اهي وهنوار ڪندي به برهم درشتيءَ کان ڦرن نٿا. جيئن:-

ڪانا سونا بولنا گياني ڪي سم جان
سڀ ڪون جاني برهم ۾ – دوجا ڀاو نه آن

اهڙيءَ برهم درشتيءَ سان دويت سنسار ۾ ساوڌان رهي، تنهنلاءِ سوکم درشتيءَ جي ابياس جو ضرور آهي. جنهنڪري وهنوار ڪندي به نشچي ڪريتر ٺاڪر به پاڻ آهي، داس به پاڻ آهي، جپ به پاڻ آهي ۽ جپيندڙ به پاڻ آهي. جيئن صاحب فرمائين ٿا:-

تون ڏاڪر شيوڪ ٿين آهين - تو کپت ڀرکهت آهي
ڏاڪ داس سدا ڳڻ ڳاوي - اڪ ڀوري لڌر
لهاليٽي جي

اِهان سمجهڻ گهرجي تہ گرو ڏاڪ ديو جن ٽرلوڪيءَ جا مالڪ ٿي بہ ڏهني پاتشاهين ۽ داسي ڀاو سان جڳت ۾ ورتڻ ڪئي اٿن، تنهنڪري ٽي سندن ڌرم اچل هليو ٿو اچي. جو ڀاڻ بہ ابناسي ۽ سندن ڌرم بہ ابناسي. آديٽي بہ ائين آهي تہ وهنوار ۾ داسي ڀاو ڌارڻ ڪري، پنهنجو سوامي ٿئو وسري. جيئن ڪتو مالڪ کي ڪنهن بہ ديس ۾، ڪنهن بہ ويس ۾، ڪنهن بہ وقت ڪاڏ بي ڳاھ ٿئو وساري جيئن شاه صاحب :-

ڪوڙا هي ڪورن جا تنهجو ٽيڙ غلام
تہ ڏاڪا تنهنجو ڏاڪ - لڳجي لاهو ٽين ۾

نوڪ مرجادا بہ اهائي آهي تہ ڌرڪو پٽي کي ڳڏ جڻ تي چو ٿئو "منهنجا سائين"؛ "منهنجا ڏاڪر"، "منهنجا خاوند". اٿياد ڪ ادڙي جڳتي سان هلڻ ڪري ڪرمڪ کي مايا سپرس ڪري ڏتي سگهي. جهڙيطرح ڪنول جو گل پاڻي ۾ رهي بہ

دليپ رهيو ۽ پاڻي الڪي سڄڻ ڏنو ڪري .
ان طرح شيوڪ شيوا ۾ تن من ارپڻ ڪري پاڻ
شيوا رام ٿي ويو . جيئن سورت بهار :-

شراب شوق دي ساقي جسي ۾ مست هو ڄاڻون
ڪهون قالو بلي رب ڪون الله آلست هو ڄاڻون

" الله الست ۽ قالو بلي " بابت قرآن ۾
لکيل آهي ته جڏهين الله سائينءَ روح خلقيا ،
تڏهين انهنکي چيائين . " الست بربڪم " (مان
تو هانجو رب نه آهيان ڇا) تڏهين روحن چيو
" قالو بلي " ( چيائون هائو ) انهيءَ اشاري کي
سمجهي شاه جن ڀٽائي رب کي ڏسي چيو :-

الست بربڪم جڏهين ڪني پيوم
قالو بلي تڏهين تت ويل چيوم

مطلب آهي ته رب به آدي آهي ۽ روح به
آدي آهي ۽ برهم به آدي آهي ، جيو به آدي آهي .
جيئن چوندا آهن ته " جڏهن هوڪو برهم تڏهن هوڪو
جيو " - جهڙي طرح آريءَ ۾ پرش ۽ سنڌس
پيا چون . ساڳي وقت ۾ آهن ، جيئن سري
ڪرشن ڀڳوان ارجن کي ٿو چوي . " اهڙو ڪو

وقت ۾ ني ڪو لهي جو تون نه هئين، نڪي اهڙو
وقت ٿي آيو جو مان نه آهيان." تنهنجو
مطلب ته تون به سدائين آهين، مان به سدائين
آهيان. اهڙي رمز کي عاشق سهي ڪري، پنهنجي
معشوق جي هستيءَ ۾ پاڻ گم ڪري، پاڻ اهو روپ
ٿي وڃيٿو. جيئن پروانو جوت ۾ جوت روپ
ٿي وڃيٿو، جنهنکي ڪو به هٿيار وڍي نٿو سگهي،
ڪو به هنسا ڪندڙ جيو ماري نٿو سگهي. جنهنکي
ڪو به تاپ اڌياتمڪ، اڌڀوتڪ، اڌديوڪ لڳي نٿو
سگهي. اهو آهي شيوا جو ڦل. جيئن چوندا آهن
"جدي شيوا تڏين ميوا" ائا آهي "ٽهل جي مهل."
جيئن صاحب فرمائين ٿا:-

ٽهل مهل ٽانڪڻ ملي - جانڪڻ ساڌ ڪرپال
ساڌ سنگت تڻ بسهه - جڻ آپن هوءِ ديال

---

ٽهل ڪرنڻ تڻ ايڪ ڪي جانئي ٻرڃا نه ڪوءِ
من تن مک هيڻن بسهه - جو چاهه سو هوءِ

گرمک جڏهين اهڙي اوستا کان لنگهي يعني
شيوا ڪري پورڻ شيوڪ ٿئي ٿو، تڏهين مڌان

شيوڪ ٽيڪڻ جو سڀ ڪم ايمان ڦري اچي ۽ سڀ ڪرڻ
جي ڪاڻ ۾ ٿو جهي، تنهنڪان پاڻ بچائڻ لاءِ ٻيهر
ساڌن ڏاڍو ٽيڪڻ جو ڪري ٿو جو سڀ ڪم ايمان لوڙت
ڪريٿو. ارڦانت آئهہ واڙن ۾ ڏاڍو بنجي ٿو ۽ ڏاڍو
واڙن ۾ آئهہ بنجي ٿو. جيئن سچل:—

مئي نا هيان مئي نا هيان قسم هو يا سچي صاحب دا
آهيان دي وچ مئي نا هيان دي وچ مئي
آهيان مئي آهيان ۰

ڏاڍپر اهو آهي تہ هو انهيءَ پد ۾ وڃيٿو،
جتي جڳت جي ڪابہ ڪلپنا ڪانهي. دوئيءَ
کي دخل ڪونهي. يعني تون، مان ۽
”ڏاڪر، داس ۽“ اونده، سوجهرو ۽ ڇپ ۽ ڇوڙ اتياد ڪ
جوڙي جو ڪيل ڪونهي، انهيءَ کي نرباڻ پد يا لاهوت
چئجي ٿو. جو گرمکہ پائي سدائہ سانت سروپ
ٿي رهيٿو ۽ اهو پد نہ ڪنهنکي ٻڌائيٿو ۽ نہ ڪنهن
کان پڇي ٿو. هلندي چلندي، کائيندي پيئندي،
ڳالهائيندي ٻولهائيندي مانت ۾ رهيٿو. جيئن سامي:—

وڍيسا سي ڪيو واس - سهج وسنو جي وچ ۾
جتي تون مان ناهہ ڪا نڪو ڏاڪر داس آهي

ستهه رهي ساهي چوي چيتڻ چد آڪاس
پائي پد نراس - مشڪي ڪيڏڪي

---

ڪنهنکي ڪريان حال - پورب ديس مالر جو
چتي اَڄ بڪر ٿاٺهر ڪا نڪي ڪائي ڪال
نڪي ڏينهن نه رات ڪو نڪو آڪاس پاتال
خاوند جو خيال - سمروتي ساهي چٽي

گرمکه اهڙي جهڙ جڳا سان ڌرم (نيتي) کنڊ، گيان کنڊ، شرم (اپياس) کنڊ، ڪرم (ڪريا) کنڊ. چارئي کنڊ لنگهي سچي پاتشاهي هٿ ڪري، نرڀير ٿي اٽل راڄ ڪريٿو ۽ سندس پرجا هڪ ئي ذات ۽ ڌرم جا، هڪ ئي قوم جا، هڪ ئي گهر جا ڀاتي ٿي، پنهنجي پرجا پتيءَ کي ماءُ پاپ سمجهي سدا سکي پيا گذارين. جيئن چوندا آهن "جهڙو راجا تهڙو پرجا". اهڙي برهم لکي پائي برهم ساگر ۾ سدا موج پيو ماڻي ۽ اهو آهي پورن گيان ابناسي پد، نرباڻ پد. جيئن سري ڪرشن ڀڳوان ارجن کي ڏسو چوي "جو الد ۾ سکي آهي، آنندي آهي ۽ جنهن

جي هردي ۾ پرڪاش آهي، سو جوڳي برهم ٿي، برهم
نرواڻ ڏي وڃي ٿو ۽ برهم نرواڻ انهيءَ وجهو آهي
جي پاڻ سڃاڻن ٿا، جن واسنا ۽ ڪروڌ کان الڳ
ٿي من کي وس ڪيو آهي ۽ موڪش جڳ ۽ تپ
جو ڀوڳيندڙ ۽ سڀني سرشٽين جو حاڪم ۽ سڀني
جيون جو هتڪاري ڄاڻن ٿا آهي، سو آنند پد
۾ وڃي ٿو. جو اهڙو پد پراپت ڪري ٿو سو پوڪي
نمسڪار ڪرڻ جوڳيه آهي"، جيئن صاحب فرمائين ٿا:-

برهم گيان جب آوي درشت،
ناڪ تاڪه پوجي سرشٽ

وري جو برهم موج ۾ اچي محبتي برهم
سمندر ۾ مان لهر ٿي آتم برهم کي ارداس ڪري، يعني برهم روپ ٿي برهم کي وينتي ٿو
ڪري " اي پرماتما تون ئي پاڻ کي جيئن جو
تيئن ڄاڻين ٿو. مان تو کي ڄاڻي ٿو سگهان جو مان
آهيان ئي ڪونه، تون ئي آهين"، جيئن دادو:-
جيسا هي تيسا نام تمارا - جيون هي تيون ڪهه سائين
تون آپي جاڻي آپ ڪه - تهه ميري ڪم ٿاهين

اوم شانتي! شانتي!! شانتي!!!